# وتايو فقير

(سوانحي خاڪو، هم سخن ۽ سندس ڏاهپ وارا ڏس)



مرتب

**دانش نواز**

60

ڪتاب جو نالو: وتايو فقير

مرتب: دانش نواز

ڇاپو پهريون: شاهه لطيف ڪتاب گهر 2015ع

ڪمپوزنگ: رفيق حسين ڪولاچي

روشني ڪپوزرس، حيدرآباد.

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.

ڇپرائيندڙ: شاهه لطيف ڪتاب گهر

قيمت -/60 روپيا

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد+ پٺاڻي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر حيدرآباد

ڪنگ پن بڪ شاپ، پريس ڪلب، حيدرآباد + ورسٽي بڪ شاپ، ڄامشورو

شير يزدان بڪ اسٽال، پٽ شاهه + حيدر ڪتب خانو پٽ شاهه ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي

رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو

نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو+ نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو+ عبدالله بڪ ڊيپو بندر روڊ لاڙڪاڻو

اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ نوابشاهه+ مڪتبه گلشن نواب شاهه+ مڪتبه حافظ اينڊ ڪمپني لياقت مارڪيٽ نواب شاهه

مهراڻ ڪتاب گهر ڪپرو + العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر مٺي

ڪنگري بوڪ شاپ، اسٽيشن روڊ، ميرپور خاص + المهراڻ ادبي ڪتاب گهر سانگهڙ

مدني اسلامي ڪتب خانو دادو+ سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو

عبدالرزاق بڪ اسٽال، ميهڻ مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر بدين،

مهراڻ بوڪ سينٽر سکر+ ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر + عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، سکر

الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز سکر مڪتبه امام العصر گهوٽڪي

سنڌ ڪتاب گهر، شڪارپور+ مولوي عبدالحئي شڪارپور+ سعيد بوڪ مارٽ، شڪارپور

تهذيب نيوز ايجنسي، خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس، خيرپور بڪ شاپ خيرپورميرس

مڪتبه عزيزيه کهڙا + سچل ڪتاب گهر، درازا

ڪنول ڪتاب گهر، مورو+ قاسميه لائبريري اسپتال روڊ، ڪنڊيارو+ سارنگ ڪتاب گهر، ڪنڊيارو

# پنهنجي پاران

وتائي فقير متعلق منهنجو مرتب ڪيل هڪ ننڍڙو ڪتابڙو اڳ بہ ڇپيل آهي، پر مون کي پنهنجي دوستن جي حلقي ۾ عام ماڻهن سان رابطي وارو ڪم ڇهتيل آهي ان لاءِ عام ماڻهن کان بہ وتائي جا ڪيئي اهڙا گفتا ۽ نقطا ملندا رهن ٿا. جو جيڪڏهن علامہ آءِ آءِ قاضي چوائي تہ هن فقير منش صديون اڳ سنڌي سماج ۾ ڦهليل پيرن فقيرن، پوتارن ۽ انڌن اونڌن رواجن تي پنهنجي نقطن جا سڌا اڻ سڌا اهڙا وڏاڻ ڦهڪايا آهن. جن مان لڳي ٿو سنڌي سماج ۾ جيڪي روايتي رواداري، سهپ ۽ سهڪار وارو رويو چالو آهي، ان ۾ هن فقير جي ڏاهپ پرين گفتن جو بہ هٿ آهي. سندس انهن لفظن جو ئي اثر ايترو گهرو آهي، جو مون کي ياد ٿو پوي تہ منهنجي ڏاڏي امان، جنهن ڪٿي منهنجي پيءُ کي جنمر نہ ڏنو هو پر ننڍپڻ ۾ ساهيڙيءَ وارا يعني: منهنجي اصل ڏاڏيءَ کان (جيڪا اڃا حال حيات آهي) بابا کي گود ورتي، پالي نپائي عمر جي آخر حصي تائين اول گهول پئي ويندي هئي، سا هميشه چوندي هئي: الله آهي لوٽو جيڏي ليٽجي. مون بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ عوامي ڏاهپ مان واس ورتو آهي. خدا متعلق اهڙو تصور مون کي ڪٿي بہ نظر نہ آيو يا چوندي هئي: ”الله ڏئي، الهڙي نہ سهي.“ يعني: الله جي ڏني کي الهڙيون سماج جا ڏاڏا، پوتار، اثر رسوخ واتا مِٽائي يا بدلائي سگهن ٿا. اهڙيءَ طرح سڀ ڪجهہ رب جي وس واريءَ ڳالهہ تي ظاهر ڇڻ تہ وار ٿو لڳي.

پر اهو سڀ ڪجهہ ان ڪري ٿو محسوس ٿئي جو اسان سنڌ جي ”ڏاهپ جي ڏاتار“ جي گفتن جي سهي ڇنڊڇاڻ يا تشريح

درست انداز سان نہ ڪئي آهي، ان ڪري هي ڏاهو انسان سنڌي سماج لاءِ پنهنجي گفتن ۾ سندن بيمارين جي علاج لاءِ جيڪي ستيون ڦڪيون تجويز ڪيون ۽ پوءِ سماج ۾ مسافريون ڪري انهن کي چالو رکيائين، تنهن جي اثر کي محسوس ڪندي، سنڌي سماج تي صدين کان حڪمراني وتائي جي گفتن يا ستين ڦڪين مان بغاوت جي بوءِ آئي تہ هنن بہ اتڪل کان ڪم ونيو، پنهنجي ئي چاڙتن معرفت انهن گفتن جي جوهر يا ست ۾ حيرا ڦيريون ڪرائي يا عام مزاحيہ انداز ۾ ڦيرائي، ان جي جوهر ۽ اثر کي ضايع ڪري ڇڏيائون.

اڄ سنڌ ۾ اڪثر وتائي جي سڃاڻپ پوڳائيءَ طور يا وندر جو ذريعو آهي. ٻئي طرف ڏسبو تہ صديون گذرڻ بعد اڄ جو سنڌي سماج اتي ئي بيٺو آهي، جتي وتايو ڇڏي ويو هو. اڄ بہ هڪ طرف اهي ئي پوتار پير، مير، ڪمدار ڪاراوا، اهي پوتارن جا ٻانهن ٻيلي، ورديءَ وارا عامُ آزاريندڙ آهن. نسل در نسل مسڪينن جي محنت تي پيا پلجن ۽ عيش ڪن. جڏهن تہ ٻئي طرف وري نسل در نسل اهوئي عوام آهي، جيڪو غربت جي گهاٽي ۾ پيو پيڙجي ۽ سور قبر تائين ساٿن گڏ آهن. ڪين ڪو ڳتو ڪا ڳلي نہ ٿي سُجهي، ويتر موجود سنڌي سماج ۾ سؤ سيڪڙو منافقيءَ اچي واسو ڪيو آهي، سچ ۽ سچ چوڻ وارو نسل ناپيد آهي، ۽ ڪنهن وتائي جي اچڻ جو آسرو بہ ڪونهي، پر سياڻا چئي ويا آهن تہ مايوسيءَ ۾ ڏاڍي جو فائدي ۽ هيٺي لاءِ بي همتائيءَ وارو زهر ذرو شامل آهي. ان ڪري مايوسيءَ کي ڪفر جو درجو ڏنو اٿن ۽ فطرت کي بہ تہ اڳتي سفر چالو رکڻو آهي، سو اها پنهنجي ڪُک مان اڄ نہ تہ سڀاڻ ڪونہ ڪو اهڙو گوهر جنميندي، جيڪو ڏاڍن جي ڏکهي ۽ گهٽي ڏاڍ خلاف وڏا وڏا وار ڪري، صدين جو سفر سالن ۾ طئي ڪرائي، سماج کي تازو توانو ڪندو.

**دانش نواز**

نوري آباد

20_02_2015

# وتايو فقير

قديم سنڌ جي سنڌي ٻولي ڪهڙي قسم جي هئي؟ ڪو پتو نہ آهي، توڙي جو تحقيق جاري آهي، پر هي ڄاڻ اٿئون تہ ڀٽائيءَ جي زماني کان اڳ واري سنڌي هئي، "ڏٻي ۾ ٺڪريون". بيحد ٻاڙي، الف اگهاڙي ۾ ٻي سري. البت "شاھ" آئي صحت بہ سڌريس ۾ رنگ بہ مٽايائين. سهڻي لطيف جي رنگ رنڱي وڌس. سونهن بہ اُڀريس، سريلي بہ ٿي ۾ سينگار بہ سڪي. پوءِ اجرڪ اوڍهي اڇي اجري ٿي اڳيرو هلي. واٽ ويندي وتائي سان واقفيت ٿيس، جنهن ڪيس مرڪڻ جي مام سيکاري، سوني ٿي سهاڳو. لاکيڻي ۾ لطيف اڳيئي ٿي چڪي هئي، وري مليس لطيفو پوءِ تہ رچي راس ٿي پارس ٿي پيئي. جن جي منهن پيئي ۾ جن سان پنارو پيل هيس، تن کي بہ اڏي چڏيائين. هو بہ هاڻ، ماڙهوءَ ڪؤن ماٺهو ۾ ڄٽن مؤن ڄاموٽ ٿي پيا. اهڙي ڪمال جي ڪرشمي ۾ ڪايا پلٽ جو سهرو هيو ڀٽائي گهوٽ جي سر تي ۾ ٻيو هو وتايو. انهن ٻنهي ٻانهن ٻيلين.جي آڌر ۾ سهاري سنڌڙي اڄ ڏينهن سوڌو پيئي تڳي.

وري بہ سنڌڙيءَ جي انهن سپاجهڙن کي سلام جن کي مارو ڄام جو مرم پيو ۾ ڀٽائيءَ جو پرم رکيائون ۾ سندس ڀلايون ڀال نہ ڀلايائون. سندس ٽڙيل پکڙيل ڪلام کي سهيڙي سينگاري قلمبند ڪري، محفوظ ڪيائون. وقت بوقت ۾ سال بسال سندس ورسيون ملهائي، سندس ڳڻ ڳائيندا رهيا ۽ اهو شغل اڄ سوڌو جاري هلندو اچي. البت وتايو ويچارو! ويڳاڻن جيان ۾ پنهنجي ليکي، واتي ويٺي هلندو رهيو. وري بہ شڪر آهي جو وتايو ياد تہ آهي، ورنہ "ڪم لٿو ڏکڻ وسريو" اسان جي هڪ پراڻي روايت آهي. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ وتايو صديين کان سنڌ کي وندرائيندو ۾ کلائيندو پئي رهيو آهي. پوءِ ٿي

سگهي ٿو تہ ڪيس وسارڻ ۾ سندس ياد کي من کان ميسارڻ، اسان سنڌين جي وس کان ٻاهر هجي.

هاڻ جيئن تہ وتايو "وقت" جي ڪسوٽيءَ تي پوريءَ طور پرکجي چڪو آهي ۽ سندس چهرا چٽڪلا ۽ ٽوٽڪا، سنڌي علم و ادب ۽ عام سنڌي زبان جا "اٽوٽ انگ" ثابت ٿي چڪا آهن، تنهن حالت ۾ اسان کي جڳائي تہ سندس ٻولن تي ڪلي "ڪن لاٽار" ڪرڻ بجاءِ، غور و فڪر ڪريون ۽ گنڀيرتا سان سندس پيغام جو جائزو وٺون. جيڪڏهن اسين وتائي جون ورسيون ملهائي سگهون، سندس نيهن نياپي کي سهيڙي شايع ڪرڻ کان لاچار آهيون تہ گهٽ ۾ گهٽ سندس معنيٰ خيز " مقصدِ حيات" کي سمجهڻ ۾ هيئين سان هنداڻ لاءِ ڪو اُدم تہ ڪريون؟ ڏسڻو هي آهي تہ آخر وتايو هيو ڪهڙي بلا؟ ڪو واٽڙو سائٽڙو موڳو مٺر هيو يا ڪو ملان لٺر هيو جو سدا وقلندو ٿي رهيو. ٿي سگهي ٿو تہ ڪو لِڏ ۾ لڪل اڏيره لعل هجي؟ يا واقعي ڪو خواجہ خضر هيو جنهن وتائي جو ويس ڌاري اسان عقل جي انڌن جي روحاني رهنمائي ٿي ڪئي؟

وتايو ڪير هيو ڪنهن جو ڄايو هو؟ ڪٿي نپنو ڪٿي دفن ٿيو ۽ ڪڏهن؟ اهي غير ضروري سوال آهن. اهي پتا پار اهو پڇي جنهن جو وتائي جي وڏن تي قرض رهيل هجي، يا جنهن کي سندس گهر الاٽ ڪرائڻو هجي. هو الله جو بندو ۽ آدم جي عام رواجي اولاد ۾ هڪ هيو. سنڌ ۾ ڄائو نپنو ۽ سنڌ ۾ مئو. اها ئي آهي وتائي جي رام ڪهاڻي ۽ اها ئي آهي هر عام سنڌيءَ جي سوانح حيات. البت وڏيرن جي ڳالهہ ٻي آهي ۽ سندن هستي بہ اور آهي. مون تہ جڏهن بہ وڏي واڪي "الله" کي ياد ڪيو آهي تہ ڪو نہ ڪو وڏيرو ضرور ڪنائيندو آهي تہ ڪيس تہ سڏيو نہ ٿو وڃي.

خير! وتائي بنسبت جو ڪجهہ هيل تائين ٻڌندا ٿا اچون، سو هن طرح آهي تہ، "نصرپور جي لڳ هڪ ڳوٺ جو واهڻائي واٽيو هيو. ننڍپڻ لاڪر پنهنجي سوچ سمجهہ سادي سودي هيس. اڪثر پنهنجي دل من ٽٽوليندي ۽ دليل ڊوڙائيندي، ڪنهن موڙ تي هندو ڌرم ڇڏي، دين ڏانهن لاڙو رکيائين. پهريون ٻاڻ پوءِ سندن سچو گهراڻو شيخ ٿيو. ٻڌڻ ۾

اٿين به ٿو اڃي ته اڳتي هلي، جيئن ڪنهن ٻانڀڻ جي ٻيڪڙ ۾ نه آيو هيو. تيئن ملان جي وڪڙ کان به گوهي ڪري نڪري ويو. وتايو سنڌ جي واحد ماڻهو هيو جنهن پنهنجي ۽ پنهنجي خالق وچ ۾ ڪنهن ٽئين ٽياڪڙ کي ٽنگ وچڙائڻ مور نه ڏني. عجب اهو جو اهڙي بغاوت باوجود سندن چپيٽ کان بچي ويو ورنه سوليءَ چڙهڻ يا سنگسار ٿيڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي هئائين."

ڪن جو هي به چوڻ آهي ته، وتايو پنهنجي وقت جو سياڻو ماڻهو هيو بلڪ ڪي ته اٿين به چون ٿا ته سنڌ، سياڻي ۾ سياڻو ماڻهو هڪ اُپايو اُهو هيو وتايو. ڏاها ڏيهه ۾ گهڻا، پر سياڻو لکن ۾ هيڪڙو. ڏاهي جي ڏاهپ جو مدار آهي ڏاه تي. يعني، پڙ سڏ يا خبرچار تي، جنهن سبب ڏاهو اڪثر به ٽنگو ڦاسندو ڏٺو ويندو آهي، پر سياڻو ماڻهو ان کي چون، جنهن کي اندر جو سوجهرو هجي ۽ سڄاڻ هجي. ان ڏس ۾ وتايو چمندي چام هيو. ڪن ماڻهن جو اهو به خيال آهي ته پنهنجن کي چڱيءَ ريت پرکيو هئائين ۽ ڪيس پوري ڄاڻ هئي ته ڄٽن سان ڪيئن نباه ڪجي. ڏٺائين ته عجيب قوم سان واسطو پيو هيس. هو سائي کي سهن ڪونه ۽ بکئي کي ڏين ڪونه. وقت تي گڏه کي بابو چون ۽ ڄتي پڇڻ ناهي جاءِ اتي "ياڄوڪڙ" وريام سڏجن!

ڄٽن سان ڄنيون ڪن ۽ مٿن لاءِ مجاور ٿي ويهن. ڪاٿن پنهنجي گهران، پر پچار سدائين پرائي ڪن. اهڙي آچار "لتر سان چڪر پڄي" سوچي سمجهي، سر بچاءَ ۾ چريو ٿي عمر گذاريائين. اٿين به هرپرو صحيح نه هو جيئن چيو ٿي ويو ته ڪا ڪل ڙڙي هيس، يا متيون ڏيندي لوڪ کي، چريو پاڻ ٿيو هيو بلڪل نه. اهڙو اياڻو وتايو هرگز نه هيو البت چريائي جي اوٽ ۾ ٻين کي متيون ڏيندو رهيو جيئن لوڪ لکا نه پوي. چاڪاڻ ته هي اهو زمانو هيو جڏهن "ماڻڪن موٺ" شروع ٿي هئي ۽ پلئه پايو سچ آچيندي هر هڪ کي لچ ٿي آئي. ان ڪارڻ ساڻن سنئين سڌي ڳالهه ڪرڻ به پنهنجي ڪل لهرائڻي هئي. ان ڪري اڪثر ڳجهارتن ۾ ڳالهائيندو هو. صديون گذرڻ بعد اڄ ٿو پتو پوي ته مار ڇا چئي ويو! چاچي به چيائين ۽ ڇهنڊڙي به پائي ويو. غضب جو سياڻو هيو.

اها ڪل ڪا نہ ٿي پوي تہ وتائي جي زندگيءَ ۾ جو انقلاب آيو، اهو سندس عمر جي ڪهڙي موڙ تي ۽ ڪهڙي ڪارڻ؟ هي تہ سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ ڪو ماڻهو پنهنجو گهر گهاٽ ۽ ڪاروبار ڇڏي جهنگ منهن ڪري وڃي ڪا ويراني وسائي؟ پوءِ نہ هوندو بانس ۽ نہ وڄندي بانسري، پر هن دنيا ۾ رهندي، هڪ جوڳي ۽ ويراڳيءَ جي زندگي بسر ڪرڻ ۽ لاطمع ٿي رهڻ، هڪ اهڙي انسان لاءِ ڪٺن ڪم آهي، جنهن کي اڪيون بہ هجن ۽ سندس هوش حواس بہ سلامت هجن. آخر انسان گوشت پوست جو لوٿڙو آهي ۽ ڪو لوه جو ٺهيل پتلو تہ ناهي؟ خاص طور جڏهن انسان سان وري شيطان سلامت بہ سدائين ساڻ ٻيلهہ چڙهيو ڪيس هرڪائيندو رهي.

ان کان سواءِ واٽيو ٿي ڪري مايا جي موه کان ٽارو ڪرڻ ۽ ڌن دولت جي دام ۾ نہ ڦاسڻ، پنهنجي سر هڪ ڪمال ڪاميابي آهي. پاڻ وٽ ڪجهہ بہ نہ هئڻ هڪ مجبوري بہ ٿي سگهي ٿي، پر ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي موزگو خواهش ئي نہ رکڻ فقيريءَ جي معراج آهي. اسان ۾ هر هڪ کي هي ڄاڻ آهي تہ دنيا جي جملي جهڳڙن جي جڙ آهي ئي ”زر، زن ۽ زمين.“ پر تنهن هوندي بہ اسان جي پوري عمر انهن ٽنهي لڪشمي ديوين جو پيڇو ڪندي ٿي گذري، اک پڇن يا نہ، اشارو ڏين يا نہ، اسين هر وقت وتون ٿا انهن اپڇرائن جي پٺ وٺندا. ڪوئي ليکي نہ ليکي، اسين بہ آهيون يار جي ليکي، لنبڙي ڪتي وانگي.

وتائي کي هيءَ خبر هئي تہ حضرت آدم جي بنيادي خطا ۽ سندس اولاد، يعني انسانن جي جسماني خواهش وچ ۾ ڳوڙهو رستو هيو يا اٿين ڪٽي چٽجي تہ ساڳي ڳالهہ هئي. ان ڪارڻ زر ۽ زمين کان تہ اڳيئي فارغ هيو پر ڪنهن مومل ماڻڻ جي بہ پچر ڇڏي ڏنائين. هن دنيا جي طلسمي چار جا هي سڀ رسا ۽ ٽوڙها ڇنڻ بعد وتايو پنهنجي زندگيءَ جي مول مقصد ڏانهن پلٽيو جو هيو: ”انسانيت جي روحاني ترقي“، ان مقصد جي ڦهلاءَ لاءِ پنهنجي زندگيءَ جو ”قول ۽ عمل“ نموني طور عوام آڏو پيش ڪيائين. هن ڪڏهن بہ ولي، غوث يا قطب هئڻ جي هام نہ هنئين ۽ ڪڏهن پلجي بہ درويشيءَ جي دعوي نہ ڪئي. هن پنهنجي لاءِ مشڪريءَ جو پارٽ منتخب ڪيو. ڇهچٽا بہ ڏسندو رهيو

۽ تماشو بہ وجهندو رهيو. سندس ٻول ٻڌي ماڻهو ڳڪين تي هٿ رکي
کلندا رهيا. اڄ تائين اسان جو اهڙو رد عمل روان دوان آهي.

وتائي جي عام ماڻهن لاءِ شڪايت فقط هيءَ هئي تہ ڪين "ساجهہ ۽
سڃاڻ" جي رمز هٿ نہ ٿي آهي. هو سواءِ شناختي ڪارڊ جي ڪنهن
کي سڃاڻي ئي نہ ٿي سگهيا، سمجهڻ تہ وڏي ڳالهہ آهي. هڪ دفعي بڪ
کان بي حال ٿي رستي ويندي وتايو بيهوش ٿي هيٺ ڪري پيو. ماڻهو
رونشي ڪوڏيا اچي سندس چوگرد مڙيا. ڏٺائون وتائي تہ پرلوڪ
پڌاريو. مسلمانن چيو تہ واڻيو هيو ان ڪري سندس ڪريا ڪرم
ڪري مساڻ نيئي ڪيس ساڙيو وڃي. واڻين نابري واري، چي: واڻيو ٿي
ضرور چائو هيو پر جيئن چوڻ آهي تہ "واڻڪو وياءَ جيئن وڏي تيئن
ڪري" پوءِ سندس افعال مسلمانن جهڙا ٿيا هئا، انهيءَ ڪري ڪيس مقام
۾ دفن ڪيو وڃي. ماڻهن جي چوٻول تي وتائي اک پٽي، سڄاڳ ٿي
بوڇڻ ڇنڊي اٿي ڪڙو ٿيو. چيائين: "هاڻي مرڻ ۾ ڪهڙو فائدو جڏهن
ماڻهن ۾ سڃاڻپ ئي ختم ٿي ويئي آهي."

سوال آهي تہ جڏهن وتائي کي تعليم ۽ ترغيب بہ ڪا نہ حاصل
هئي ۽ اٽپڙهيل اناڙي هيو ۽ وري سندس اٿڻي ويهڻي ۽ عام ماحول بہ
دهقانين وارو هيو تہ پوءِ سياڻو ٿيو ڪيئن؟ دراصل سياڻپ ڪنهن ڪيڏ
ڪيڏڻ، حرفت ۽ هنر سکڻ يا ڪتاب پڙهڻ سان هٿ نہ ايندي آهي، پر
مالڪ جي فضل ڪرم سان عطا ڪئي ويندي آهي. فقط عقل ۽ علم
جي زور تي ڪا راهہ ملي ها تہ پوءِ عزازيل سڀ کان اڳرو ۽ اڳيرو هجي
ها. مون تہ هر عقل جي اڪابر کي اونده ۾ هٿوراڙيون ڏيندي ڏٺو آهي.
هر انسان جا هٿ ڏاڏي آدم واري گناهہ ۾ رنگيل آهن، جو سندس ورثو
آهي، ان ڪري جيستائين سچو سائين ساجهہ نہ ٿو ڏئي تہ پوءِ اکين
هوندي بہ انڌو. انسان اهڙي ساجهہ لاءِ ٻاڏائي ضرور سگهي ٿو پر ڏيڻ
وس سائين جي آهي ڏئي نہ ڏئي.

وتائي جي ڏرم ۾ دين گهڻن ماڻهن کي منجهائي وڌو هيو هڪ دفعي
سندس ياءُ مورو مل وتائي کي وينتي ڪئي تہ، "يائي، تون تہ مسلمان ٿي
پاڻ موڪيو هاڻ مون کي بہ مسلمان ڪراءِ تہ سرڳ ۾ ٻئي گڏ تہ
هجون." وتائي رڙ ڪري چيس: "يائي اهڙي غلطي نہ ڪج. مور نہ

مسلمان ٿڄ. ورنہ سڄي چمار هٿ هٽندين. ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيڻ تہ آهي سولو ڪم، پر پوءِ جي روزن، نمازن، زڪواتن ۽ تهجدن جا سلسلا شروع ٿين ٿا. تن جي پيروي ڪندي نہ فقط ڇڙه نڪري ويندءِ، پر ڏيوالہ ٿي ويندين. ڪڏهن پلجي بہ اهڙو جوڪم جو ڪم نہ ڪج. ها البت مرڻ مهل مون کي ڪن ۾ ڪلمون پڙهي ٻڌائج تہ آءٌ آخرت ۾ شاهدي ڏيندس تہ پاءُ مورو مل مرڻ مهل مسلمان ٿي مئو هيو. بهشت بہ حاصل ٿيندءِ ۽ خفي ڪان بہ بچي ويندين. ڪم جو ڪم مزي جو مزو.“ آخرين گهڙيءَ ۾ ڪلمون پڙهڻ جي راز ڪان اهي الله جا بندا بخوبي آگاه آهن ۽ جن کي هيءَ ڄاڻ آهي تہ زندگيءَ جي هن پير، سندس پٺي ڪناري ڪهڙو وٽج وِکر ٿو هلي ۽ ڪيئن ٿو وهي پري، هونئن بہ سموري زندگيءَ جي عبادت بہ ان لاءِ ڪئي ويندي آهي تہ جيئن آخري گهڙيءَ جي آزمائش ڪان پار اُڪرجي. پڇاڙيءَ جي پهر ۾ سرخرو ٿيڻ لاءِ ماڻهو پنهنجي سڄي چمار وِظيفن ۽ قلبي ذڪر ۾ صرف ڪندا آهن تہ جيئن آخرين هڏڪيءَ مهل ڪلمون روان هجي، ورنہ سڄي عمر جي ڪمائي هڪ لحظي ۾ رائگان. پيو سبب هي ڏنائين تہ، ”مسلمان“ ٿي رهڻ انتهائي اوکو ۽ ڏکيو ڪم آهي ۽ وڏي همٿ ۽ حوصلو گهرجي. باقي نالي ۾ نهال ٿي رهڻ مقصد آهي تہ پوءِ اها ٻي ڳالھہ آهي.

اسان جي منڪر نڪيرن، قبر جي سوڙهہ، قيامت جي گرمي، آخرت جي عذاب ۽ دوزخ جي دڙڪن ڏيڻ سان اسان جو پگهر ۽ خون تہ خشڪ ڪرڻ ۾ پنهنجي فرض ادائي پوري ڪئي آهي، پر هي ڪڏهن بہ سمجهائڻ جي تڪليف گوارا نہ ٿا ڪن، تہ آخر هڪ غريب ۽ مسڪين انسان، جنهن ”نوريئڙي جي مهماني آهي فقط بہ پير“ تنهن کي عذاب ڏيڻ جا ايڏا تڪسات ڇا لاءِ گهڙيا ويا آهن؟ وري دوزخ ۽ منجهس سزائن ۽ ڦاسي گهاٽن جو وچور اهڙو ٿي ٻڌايو وڃي، ڄڻ آسمان جي نوانوي ڏهائي پوٽا ڏهہ حصن تائين جهنم ڦهليل آهي ۽ باقي اڍائي سئو ڪن وال پلاٽ تي جنت جو ڪوارٽر اڏيل آهي، جو بہ ظاهر آهي، تہ ٺيڪيدارن لاءِ روزروڊ ٿيل آهي. جي وتايو وقت سر نہ اچي ها ۽ اسان کي آٿت نہ ڏئي ها تہ هوند اسان سيني جا هنياوَ هئبت ۾ ڦاٽي پون ٿا.

هڪ ڏينهن وتائي ماءُ کي چيو تہ امڙ بک لڳي اٿم. جيڪر ماني کارائين تہ ڏاڍو چڱو. ماڻس چيس تہ، ابا ٻاڙي ۾ وڃي ڻانڊو ڪڻي اچ تہ باهہ ٻاري ماني پچائي ڏيانءِ! وتايو اوڙو پاڙو گهمي واپس خالي هٿين گهر موٽيو. ماءُ کي چيائين تہ، امان باه ڪٿي بہ موجود نہ آهي، سو وڃان ٿو دوزخ کان چوچڙي ڪڻڻ. ائين چئي وري ٻاهر نڪري ويو. جهٽ کن بعد ڪلندو ٽپندو گهر ۾ داخل ٿيو. ماڻس پڇيس تہ، ابا ڻانڊو مليئي؟ جواب ڏنائين: امڙ نہ. دوزخ ۾ ويس تہ اتي ملائڪ مون تي ڪلڻ لڳا تہ هتي باه ڪٿي؟ الله پاڪ ڪو بنيءَ وارو يا نانوائي تہ نہ آهي، جو باهہ چا ڪورا يا تنور ٻاري ويهي پنهنجي مخلوق کي پچائي هاڻ فراءِ ڪري. هتي تہ هر ڪو ماڻهو پنهنجي آگ جي ڪوٺا پاڻ سان کڻيو ايندو آهي، جا باهہ هو لوڀ لالچ، حسد بغض ۽ نفرت وغيره پنهنجي اندر ۾ جمع ڪندو ٿو رهي. پوءِ مرڻ پڄاڻان هتي اچي هر انسان پنهنجي باهہ جي پونجيءَ ۾ پاڻ ٻرندو ۽ پڄرندو ٿو رهي.

رستي هلندي هڪ هنڌ ويهي وتائي گهڻ گهوڙا شروع ڪيو. سندس رڙين تي ماڻهو اچي مڙيا. پڇيائونس تہ فقير خير تہ آهي، جو دانهون پيو ڪرين؟ وتائي پير مٽي ڪري ڏيکاريو جنهن ۾ هڪ سنهڙو ڪنڊو چُڀيل هيو. ڪنهن ماڻهوءَ ڇهنڊيءَ وجهي چپٽيءَ سان ڪنڊو ڪڍي ٻاهر اُڇليو. ماڻهن فهمائش ڪئي تہ درويش ڪجهہ پاڻ کي هٿ ڪر، هن ذرڙي ڪنڊي لڳڻ تي ايترو آسمان اچي مٿي تي کنيو اٿيئي. وتائي چيو تہ، توهان ماڻهن کي آسمان واري جي عادتن جي ڪهڙي خبر! جي اڄ آءٌ ان ڪنڊي لڳڻ تي رڙيون نہ ڪريان ها تہ سڀاڻي هو هڪ اهڙو يالو ٻڇي ڇڏي ها جو نڙ گهٽ کان ٻنسٽ پار هجي ها. چيو ڪونہ اٿائين تہ، ”آءٌ انسان کي سندس وت کان وڌيڪ تڪليف نہ ڏيندو آهيان.“ صبر اختيار ڪري پنهنجي برداشت جي طاقت وڏي هئڻ جي ڪيئن نمائش ڪريان؟ ۽ پاڻ تي وڌيڪ مصيبت نازل ڪرڻ لاءِ قدرت کي دعوت ڏيان؟

اسان وٽ عام طور ڪنهن ماڻهوءَ جي لحاظ قدر ۽ سڃاڻپ جي ڦوتڪتي آهي سندس رتبو مال املاڪ ۽ ظاهري ڏيک ويک. وتائي وٽ هيو ڇا جو ڪيس ڪو ڪنهن مان مرتبي يا آدر ڀاءُ لائق سمجهي؟

اسين سڀني ماڻهوءَ کي سلهه جو مريض سمجهي ڪائونس ٽارو ڪندا آهيون ته مبادا سندس سڃاڻي اسان کي نه وچڙي وڃي، سو جڏهن وتايو ڪنهن عام دعوت ۾ وڃي شريڪ ٿيو جتي خلق وڏي خيرات ڪاڍي، ته سندس ڦاٽل ڪپڙا ڏسي کيس لوڏي ٻاهر ڪڍيو ويو. گهر وڃي ڀاءُ جا ڏوٽل ڪپڙا پائي، وري اچي ساڳيءَ دعوت ۾ شريڪ ٿيو. سمجهياڻون ته ڪو معزز ماڻهو وارد ٿيو آهي. سلمچي ڪٽي سندس هٿ ڌوئاريون، پوڙ پلاءُ اچي آڏو رکيائونس. بجاءِ نوش جان ڪرڻ جي، وتايو پوڙ پلاءُ ۾ چانور جا چمچا ڀري قميص ۾ سٽڻ مٿان هاريندو رهيو ۽ ڪپڙن کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو: 'مهماني اوهان جي آهي، کائو ۽ خوب کائو،' مون کي ته لتون هڻي ٻاهر اماڻيو هئائون.

سڄي عمر "توڪل" تي گذران ڪيائين. ڏنائين ته پکي پکڻ کان ويندي جانورن تائين ڪنهن به سياڻي، لاءِ سمر جمع نه ٿي ڪيو. انسان هڪڙو ئي جانور هيو جنهن جو مالڪ جي رزاقيءَ تي ڀروسو گهٽ هيو حالانڪ هن هام وڏي ٿي هنئين. وتايو ته رات جو پاڻيءَ جو گهڙو به هاري پوءِ سمهندو هيو ته صبح جو سائين، جڏهن انهن کي اڳ ۾ ئي ڏئي، جن کي نه ڏاند هيو ۽ نه ٻج، ته پوءِ آءٌ ڇالاءِ وينو وسوسا ڪيان؟ جو ڪجهه ملندو هيس، اهو به پين حوالي ڪري ڇڏيندو هيو.

هڪ دفعي ڪنهن ماڻهوءَ روڪ روپيو ڏنس جو وٽي ڦاٽو. ڪڏهن پهريان جي پلوءَ ٻڌائين ته ڪڏهن ور ۾ ٿي وڌائين. آخر ڪڪ ٿي رستي جي هڪ سڪي وڻ جي پاڙ ۾ پوري ڇڏيائين. ڪنهن ماڻهوءَ کيس ڏسي ورتو. وتائي اجا پٺ مس ڏني ته هن پاهوڙا ڪٽي اچي کوٽائي شروع ڪئي. پهرين ئي لپي ۾ رپيو مليس. سمجهيائين ته خزانو ته اجا هيٺ هوندو پوءِ ته وڻ پاڙون پٽي ساهه پٽيائين. وتايو شام ٽاڻي اچي ڏسي ته وڻ جڙ کان اکڙيو پيو هو. ٿهڪ ڏيئي پاڻ کي مخاطب ٿي چيائين: "ڏٺيءِ جي روپينو ڪجهه وقت اجان به پاڻ وٽ رکين ها ته ان وڻ جيان اونڌو ٿيل هجين ها."

وتائي جي لطيفن جو ڪجهه حصو موت متعلق آهي. ڏسجي ائين پيو ته وتائي جي ملڪ الموت سان گهاٽي ياراڻي هئي ۽ شايد اهڙيءَ اڪير سبب کيس ور ور ڪري ياد پئي ڪيو اٿس، پر عام ماڻهوءَ کي موت کان

چا لاءِ ٿي ڇرڪيائين. اهو ڪيس سمجهه ۾ نه ٿي آيو. موت ته پنهنجي جاءِ، پر ڪنهن کي فقط چرچي ۾ ڪراڙو يا پيرو ٿي سڏيو وڃي ته، اهو به کين سخت ناگوار ٿي گذريو. حالانڪ. "موت" هڪ حقيقت هئي، جنهن لاءِ سورنهن آنا ۽ سو في صدي خاطري هئي ۽ دنيا جا باقي ڪاروبار ته صرف پڌ سڌ تي يا گشي پتي تي ٿي هليو. موت ئي ماڻهو لاءِ اٽر حادثو هيو ۽ فقط ان ماڻهوءَ وٽ نه ٿي آيو جو اچا چائو ئي نه هيو. جي ماڻهن موت جي ڪيڪر نٿي ڪئي، يا در آئي سندس آڌر ڀاءُ نه ڪيو ته نه سهي، پر مٿس غم رنج ۽ غصو ڇا لاءِ ٿي ڪيو ويو؟ "موت" ته زندگيءَ جو ڏاج هيو ۽ ڪاگار ته نه هئي، جو ڪنهن جي ڪاوڙ لاءِ سبب بڻجي. وتائي، پاڻ ته موت کي ڇوٽڪارو سمجهي، سندس اوسيئڙو ٿي ڪيو. موت ته "چولو" مٽائڻو هيو ۽ وتائي جي چولي ۾ ته اڳيئي ڇتيون لڳل هيون.

هڪ ڀيري وتائي ڳوٺ جي ڏڪڻ وٽ ويجي سوال ڪيو ته امڙ جي ڪوٺلي پڇي پيئي آهي جيڪر هلي ٿاهي ڏين ته مهرباني ٿينديي. واڍي روڪڙو جواب ڏنس ته، "وتايا اڄ واندو نه آهيان. واندو ٿيان ته هلي جوڙي ڏيندسانءِ". هو هر دفعي اهڙي ڪن لاٽار ڪري وتائي کي لنواٽيندو رهيو.

هڪ ڏينهن وتائي ڏٺو ته ڪو جنازو کنيو ٿي ويا، پڇڻ تي پتو پيس ته ساڳيو ڏڪڻ گذاري ويو هيو جو سدائين مشغول رهندو هيو. وتائي ڊوڙي جنازي جو اڳ ونئي، ڪلهي ڪانڌين کي ميت جي آخري ديدار ڪرائڻ لاءِ درخواست ڪئي. جنازي کي هيٺ لاهي جڏهن ڪيس منهن ڏيکاريو ٿي ويو ته ميت کي هڪل ڪيائين: "ادا واڍا! اڄ ته پڪ واندو هوندين. نوڪلو ڪٺ تي آرامي آهين. هاڻ ته هلي ڪٺولي ٺاهي ۽ پنهنجو واعدو پاڙ."

سومر سپايو وتائي جو پاڙيسري هيو. نهايت نيڪ نمازي هيو پر ڪيس هميشه اها شڪايت هوندي هئي ته ملان سومهڻيءَ جي نماز پڙهائڻ ۾ ڏاڍي ڊيگهه ٿو ڪري. وتائي کي جڏهن خبر پيئي ته سومر سپايو اڄ صبح جو گذاري ويو ته ٿڌو ساه کڻي چيائين: "چڱو ٿيو جو مري ويو. گهٽ ۾ گهٽ سومهڻي واري نماز جي سورن کان ته ڇٽي پيو."

ڪنهن ماڻهوءَ ڪهل آڻي وتائي کي جُتي وٺي ڏني، جا پٺي ڏينهن تيئن ڪو شاهينگ چورائي ويس. وتايو وڃي مقام جي لنگهه تي ويهي رهيو. "چي: چور جو اڳ وٺي هتي ويهانس. اڄ نه سيان ضرور هتي اچڻو اٿس." حالانڪ ڪيس خبر هئي ته مقام ڏانهن پاڻهرتو ڪو ٺي به پنڌ ڪري نه ايندو آهي، پر پيا ماڻهوءَ ڪيس ڪٽ تي چوڪنيو سلهاڙي ڪٺي ايندا آهن. ان ڪان علاوه مردي کي غسل ڏيڻ بهاني سندس تلاشي وٺي، سندس لٽا ڪپڙا لاهي، ڪيس هٿين خالي پيرين اگهاڙو آڻي ڏڏڙ داخل ڪندا آهن. پوءِ جتيءَ جي واپسيءَ لاءِ آسرو ۽ انتظار بيڪار هو پر شايد وتائي ماڻهن کي موت جي يادگيري تازي تي ڪرائي ته اڳي پوءِ هي فاني جهان هٿين خالي ڇڏڻو آهي ۽ پوءِ مال متاع جي هيرا ڦيري ۽ چوري اجائي هئي.

موت ڪان ماڻهن جو ڇرڪڻ ڪنهن حد تائين واجبي پڻ هيو. ڇاڪاڻ هڪ ته موت هر انسان جو پڳيءَ جيان پيرو ڪنيو تي ڪڍ گهميو. پيو وري انڌي هاٿي جيان نه ٿي ڏناٿين مند يا موسم ۽ ازغئبي اچي ٿي ڪنڌ تي ڪڙڪيو پر الله پاڪ. جو خالق ۽ رازق هيو ۽ رحمان رحيم هيو تنهن ڪان ماڻهو ڇا لاءِ ٿي ڊنا. هو ڪو اجگر ازدها يا مانگر مڇ ته نه هيو جو ڪنهن کي هڙپ ڪري ڳڙڪائي. هو ته پڙدي پوش ڍڪڻهار هيو ۽ صاحب رب ستار ۽ غفار هيو ۽ انسان جو اڪيلو اجهو ۽ آسرو هيو. پوءِ اهڙي محسن مالڪ ڪان خوف زده ٿيڻ جو ڪارڻ؟ هي برابر آهي ته سندس نوانوي نالن ۾ هيڪڙ بيڪڙ صفتون اهڙيون به هيون جن ۾ قهر ۽ جبر بکيو ٿي، ليڪن الله جي اها ڏاڍ مڙسي فقط ڏاڍن کي ڏارڻ ۽ اوچي ڳاٽن کي نوائڻ خاطر هئي.

عدو موچي، عثمان حجم ۽ سومر نانوائيءَ جو اهڙين نادري وصفن سان ڪهڙو واسطو؟ وتائي، عدو موچين، عثمان حجمن ۽ سومر نانوائن کي اهڙي الله سان ڏيٺ ويٺ ڪرائڻ جو اُدم تي ڪيو جو فقط غريبن جو رب هيو ۽ آسمان تي نه، پر زمين تي حاضر ناظر هيو. هو پاڻ به وتائي جي راءِ مطابق، غريبن جيان غريب هيو معصوم هيو ۽ اٽڃاڻ هيو. اٽڃاڻ به اهڙو جو ڪيس گڏه ۽ ڳانءِ وچ ۾ فرق جي خبر به خير ڪا هئي.

وتائي کي ڪنهن سخي مرد هڪ ڪراڙي ڳئون خيرات ظور ڏني. وتائي ڳئون ماتا جي ٿهل ٽڪور ته گهڻي ئي ڪئي، پر ڪمن ڪنير جي گڏهِه روزانه رات جو اچي گاهه پنو ڪائي، وتاڻ ٻهاري هلي ويندي هئي. آخر ڪڪ ٿي وتائي هڪ ڏينهن هٿ کڻي الله کي عرض ڪيو: مالڪ! ڪنن واريءَ کي مار ته سنگڻ واريءَ جي جان ڇٽي. صبح جو ڏنائين ته سندس ڳئون مئل پيئي هئي. پنهنجي اکين تي اعتبار نه ڪندي هڪ انڌي کي گهر وٺي، ڪيس ڇيائين ته، هي جانور ته سڃاڻي ڏي. نابين هٿوراڙيون ڏيئي فتويٰ ڏني ته، هي جانور ڳئون آهي. وتائي کلي چيو: "الله کي اها خبر به ڪانهي. دعا ضرور اگهايائين، پر ڪنن واريءَ ۽ سنگن واريءَ وچ ۾ تفاوت جي ڇاڻ ڪيس به ڪا نه پئي"

وتائي جو واسطو ان اپوجهه ۽ مسڪين عوام سان هيو جي فصيح ۽ بليغ ۽ عالمانه فلسفن کي سمجهڻ کان لاچار هئا. کين پنهنجي سوچ ۽ سمجهه آهر هڪ سادي سودي ۽ سليس نسخي جي لوڙ هئي. قبر ۽ قيامت جي عذاب ۽ دوزخ جي دڙڪن کان ڊنا ضرور ٿي، ليڪن هي سمجهي نه ٿي سگهيا ته سندن قصور ڪهڙو هيو؟ هو ڪو نمرود، شداد ۽ فرعون ٿورو ئي هئا، هو ته اڳيئي غريب، مسڪين ۽ اڪن تي پارو هئا، جن زندگيءَ ۾ به ويلا پيٽ پري به ماني مشڪل ڪاڏي هئي ۽ ڏيئو جي اوڳرائي ڏني به کين سال گذري چڪا هئا. هنن هڏ هٽندي ۽ رات ڏينهن ٽٽيءَ ٽڏيءَ هلندي نانگ وڇون تي لتاڙيا.

هيءَ دنيا وري سندن لاءِ ڪهڙو بهشت هئي؟ پوءِ اهڙن اپيپاهن کي ڏيڇاري، سندن ساه ڇا لاءِ ٿي سڪايو ويو؟ جيڪڏهن کين هڙان نه ٿي ڏنو ويو ته ساڻن ڪو وڙ ته ڪيو وڃي. ڪيسي جو سخي ته نه ٿي سگهيو پر زبان جي سخا ۾ ڪا ڪنجوسي نه ڪيائين. اهڙي پيار ۽ پريم جو پرچار ڪيائين، جو خوف کان بڪل خالي هيو. اهو به اهڙي منڙي نموني جڻ ٻار تي پرچايائين يا رنل تي سرچايائين. ڇي، قبر کان ڪهڙو ڊپ؟ هوءَ ته مائي مٺي هئي. انسان کي پناه ٿي ڏنائين ۽ سندس لڄ ۽ آبرو ٿي رکيائين. ڄمڻ کان اڳ ماءُ جو پيٽ ۽ مرڻ بعد امڙ مٺيءَ جو پيٽارو. دوزخ ته ڀاڻ وڃي روبرو ڏسي آيو هيو. هتي ڪا آگ نه هئي.

اوهان فقط هن دنيا ۾ باه لاءِ سامان جمع نہ ڪيو. پاڻ تي ڪو ”الزام“ نہ ڪٺو ۽ قدرت کي سزا لاءِ ڪو بهانو نہ ڏيو.

ڪنهن ماڻهوءَ وتائي تي وار ڪرڻ لاءِ مٿس لٺ اولاري، وتائي واڻڙو تي پڇيو تہ، ايڏي ڪاوڙ ڪهڙي قصور ڪارڻ؟ لٺباز وراڻيو تہ، ”تون پاڻ چوندو آهين تہ هٽي هٽائي پاڻ الله ٿو پوءِ مون کي بہ اهڙو حڪم ڪيو هونداڻين.“ وتائي ٺهڪ ڏيئي چيس: ”ميان! الله کي واڻيو مارڻو هوندو تہ هر حال ۾ ماريندو پر مورک تون پاڻ تي ”الزام“ ڇا لاءِ ٿو ڪٺين.“

هڪ ڀيري وتائي جي گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪا شيءِ ڪا نہ بچي. ماڻس چيس تہ، ابا مون کي تہ ڪو اٽو بہ اڌارو نہ ٿو ڏئي تون ڪو بلو پيٽي ڪر. وتائي چيو تہ، امڙ فڪر نہ ڪر. رزق جو ٺيڪو پاڻ ڪنيو اٿس، وڃي ٿو ان ٺيڪيدار کي ڳچيءَ کان جهليان! خالي ۽ ڦاٽل ڳوٺ ڪٺي هڪ ٻير جي وڻ تي چڙهي، مٿي منهن ڪري هڪل ڪيائين: ”مون جيان جيڪڏهن تنهنجا بہ خزانا خالي ٿي ويا آهن تہ پنهنجي ڏيوالہ هئڻ جو اعلان ڪر، تہ آءٌ ڪنهن ٻئي جو در تاڙيان، ورنہ آن جي ڳوڻ ڀري ڏي، جو امڙ پئي انتظار ڪري.“ اجان وڻ تي ٻيٺي الله سان حالي احوالي ٿي ٿيو تہ ڪنهن ڪهل آڻي ٻاچڪو اٽي جو ڀري هيٺ اچي رکيس. وتايو اٽو ڪٺي امڙ وٽ آيو ۽ چيائين، ”اڄ ڪلهہ ان پينهائي ٿو ڏئي ۽ اجان بہ چار منٽ ترسان ها تہ ماني پچائي بہ ڏئي ها.“

وتايو انهن سيلاني درويشن ۾ هڪ هيو جي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انسانيت کي آٿت ۽ ڏڍ ڏيڻ لاءِ وقت بوقت پئي ايندا رهيا آهن. جيئن يونان جو ڊايو جنيس، ترڪيءَ جو ملان نصير الدين ۽ ايران جو شيخ چلي. اهو سلسلو صدين کان هلندو ٿو اچي. دنيا جي هر دور ۾ ڪو نہ ڪو درويش اهو ورثو سنڀاليندو ۽ جاري رکندو ٿو رهي. پير ڳوٺ وارو آندو فقير ۽ خيرپور جو فولاد فقير بہ ساڳئي زنجير جون ڪڙيون ٿيون ڏسجن. هر قسم جي درويشن واري انت ۽ بحر جي ڪا ڪل نہ آهي. هو هر دم پنهنجي حال ۽ قال ۾ مست الست رهن ٿا. هو نہ بنده خدا ٿا ڏسجن، ڇاڪاڻ تہ هو مذهب جي احڪامن جي ڪا پيروي نہ ٿا ڪن، نہ بنده زمانہ، جيئن جو زماني جي

هر تعلق ۽ تقاضا کان بلڪل آجا ۽ آزاد آهن. شرعي اعتبار کان هي درويش دين ۽ دنيا ٻنهي دائرن کان ٻاهر آهن.

مستن ۽ مجذوبن جيان اهڙن فقيرن جي ڪڏ لڱڻ يا سندن نقش قدم تي هلڻ هڪ سراسر ناداني ٿيندي. چاڪاڻ ته جڏهن هو ڪنهن تي راضي ٿي دعا ڪندا ته وڏ ۾ وڏ ڪيس پاڻ جهڙو مست ملنگ بڻائي ڇڏيندا، جو صورتحال هڪ ذميوار انسان لاءِ هر گز قابل قبول نه ٿيندو. هو غير ذميوار بي جوابدار ۽ بي لغام "الله لوڪ" آهن. ڪين نه گهر نه گهاٽ، نه رن نه روڳڙي ۽ نه مٽ نه مائٽ. آٽا نپٽا. آئي ته ڪاڏي نه ته الله واهي. آخر اهي ماڻهو تهڪ نه ڏيندا ته ٻيو ڪير ڪلندو؟ هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته سندن معنيٰ خيز "مرڪڻ ۽ مشڪڻ" هر زماني جي دلگير ۽ ڏڌل آدم ذات لاءِ هڪ دلداري ۽ دلاسو ۽ درس ثابت ٿئي ٿو. اجا به جيڪڏهن ائين چئجي ته وتايو ۽ سندس طريقي وارا فقير ڪنهن به انساني درد جي ڪا دوا نه آهن، البت هڪ قسم جي روحاني "ائسپرو" جيان عارضي طور انسان جي درد سري ۽ ٿڪاوٽ دور ڪري، ڪيس آٿت ڏيئي، تازدم ڪن ٿا ۽ بس.

**علي احمد بروهي**

# وتايو فقير، نصيرالدين هوجا ۽ سي ـ ڪبايان

ملائيشا ۾ هن پاسي 'سي ڪبايان' جا قصا ائين مشهور آهن، جيئن پاڻ وٽ سنڌ ۾ وتائي فقير جا يا ترڪيءَ پاسي نصيرالدين هوجه جا. فرق فقط اهو آهي ته وتائي فقير کي هر وقت پنهنجي رب سان شڪايت هئي، جڏهن ته نصيرالدين هوجه کي پنهنجي سس سان. پر سي ڪبايان کي وري پنهنجي سهري سان ـ جيڪو پاڻ وري پنهنجي نانءُ (سي ڪبايان) مان بيزار هو.

اسان جي سنڌ ۾ مثال مشهور آهي ته وتايو فقير پنڌ ڪري جڏهن ٿڪجي پيو ته پنهنجي اباڻهار کي ٻاڏايائين ته منهنجا مولا پنڌ ڪري ڪري ٿڪجي پيو آهيان. هن جهنگل ۾ ڪا سواري ڏيار ته ان تي چڙهي ڳوٺ تائين پهچان.

ٿوري دير اڳتي هليو ته ڏٺائين ته هڪ پوليس واري جي گهوڙي وچ رستي تي ڦر ڄڻيو ويٺي هئي ۽ پوليس وارو ڪنهن واٽهڙوءَ جي ڳولا ۾ هو جيڪو سندس مدد ڪري. وتائي کي ڏسي هڪل ڪيائين: "اڙي هيڏانهن اچ. هي ڦر ته ٽاٽي تائين کڻائي هل."

وتايو ڦر ڪلهي تي رکي چپن ۾ پڻڪيو: "منهنجا مولا سڻين ٿو پر سمجهين نٿو. مون چيو مانءِ ته مون کي پنهنجي چڙهيءَ لاءِ سواري ڪپي، جنهن تي آئون چڙهي ڳوٺ پيڙو ٿيان يا سواري منهنجي مٿان چڙهي هلي."

اهڙيءَ طرح گاهي به گاهي وتايو رب سان پيو شڪوه شڪايت ڪندو هو. ڪڏهن سندس دعا سان گڏهه بجاءِ ڳئون مرڻ تي، ته ڪڏهن گهر ۾ اُن کٽڻ تي. بهرحال وتائي فقير جي رب سان شڪايت

هلندي رهندي هئي، پر وري ڏسبو تہ خلق ۾ رب جي نانءَ جي بي قدريءَ تي سندس اندر بہ سڙيو ٿي، جڏهن گدري وڪڻندڙ کي تڪي عيوض پلو گدرو ڏيندي ڏنائين ۽ رب جي نانءِ ڦٽل سٽل گدرو ڏيندي ڏنائين تہ خدا کي چيائين: ”اجهو خلق ۾ تنهنجي نانءَ جو قدر تڪي جيترو بہ ڪونهي رهيو.“

وري وڏيري جي ونگار لاءِ ماڻهو ڪٺا ڪندڙ ڪمدار جي رويي تي، جنهن پاڙي جي ڪنهن تقنگ جو ماڻهو سڏائيندڙ کي تہ وچڙ ڏنو پر وتائي فقير جو رب جو ماڻهو سڏايو تہ کٽي ونگار لاءِ سوگهو جهلائينس، ان تي فقير کي مٺيان لڳي تہ زماني جي وڏيري جي ماڻهو جي عزت هر ڪو پيو ڪري، پر جيڪو سڄيءَ ڪائنات جو مالڪ ۽ خالق آهي ان رب جي ماڻهوءَ کي هر ڪو پيو ڏڪاري ۽ ستائي.

اهڙا انيڪ قصا آهن، جن رب پاڪ جي بي قدريءَ تي ڪيس عبرت تي اچي ۽ هوان جو اظهار پنهنجي انداز ۾ ٿو ڪري.

نصيرالدين هوجا جا بہ وتائي فقير ۽ سي ڪبايان وانگر ٽوٽڪا مشهور آهن. پرانهن مان لڳي ٿو تہ هن غريب جي سس تمام ڏنگي طبيعت جي هئي ۽ ڪيس چڱو چتو ڪيو هئائين. ايتري قدر جو هوءَ جڏهن درياهہ ۾ ٻڏي ويئي تہ سندس لاش کي نصيرالدين درياهہ جي وهڪ ڏي نہ، پر ابتي طرف ڳولڻ لڳو. واٽ ويندڙن ڪيس سمجهائيندي چيو: ”بابا جنهن پاسي درياهہ جو لاهہ آهي، لاش کي ان پاسي ڳولڻ کپي. مٿي ڪوهہ پيو وڃين؟“

نصيرالدين معصوم صورت ٺاهي چيو: ”يارو توهان کي منهنجي سَسُ جي خبر ناهي تہ هوءَ ڪهڙي ڦريل دماغ جي عورت هئي. هوءَ هميشہ الٽو سوچيندي هئي، سو پڪ ٻڏڻ بعد ابتو پاسو ورتو هونداٿين.“

هڪ رات ملان نصير اوچتو آڌي رات زال کي رڙ ڪئي، پاڳن پري اٿي عينڪ تہ کٽي ڏي تہ پائي سمهان. زال وراڻيس: پلا عينڪ پائي سمهڻ ۾ وري ڪهڙي حڪمت سُجهي اٿئي. ملاڻ وراڻيو: مون خواب ۾ هڪ عورت کي دوزخ ڏانهن ويندي ڏٺو آرين پارين ماڻهين جهڙي هئي، پر چٽي نظر ڪانہ ٿي آيم. سو سوچيان ٿو تہ وري اجهو ٿي نظر اچي، سو عينڪ پائي سمهان تہ جيئن چٽي نظر اچي ۽ پڪ ڪري

وٺان تہ پوءِ توڪي ٻڌايان تہ اجهو ماڻهين جي پرڪارن ڪري سندس اڳئين جهان ۾ اهو حشر ٿيڻ وارو اٿئي.

سو ملان نصيرالدين سس تي پيو سڙيون ٻوٽيون ڪائيندو هو. ڪيس لوٺڻ جو ڪو موقعو هٿان ڪونہ وڃڻ ڏيندو هو جو سسٽس شايد اهڙي ڏنگي هئي.

اهڙيءَ طرح سي ڪبايان جا قصا بہ مشهور آهن. پر هي همراهہ وري پنهنجي سهري مان بيزار هو جنهن کي وري پنهنجي نائيءَ کان هر وقت اها شڪايت هئي تہ هو سست آهي، ٺوٺي جو ٺوٺي آهي، ڪو ڪم نٿو پڇيس وغيره وغيره. ان ڪري سهرو ڪبايان سان جٺيون ڪندو وتندو هو پر ڪڏهن ڪڏهن آخر چوٽ ڪبايان بدران سندس سهري کي ئي رسندي هئي، جيئن هن ڪهاڻيءَ مان لڳي ٿو.

هڪ ڏينهن ڪبايان کي سندس سهري گاهہ ڪرڻ لاءِ ٻنيءَ تي موڪليو. ٿوري دير بعد جڏهن بہ وڏيون پريون گاهہ جون ٿي ويون تہ هو گهر ڏي موٽڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. گاهہ جون پريون چڱيون ڳريون هيون ۽ هن کي پنهنجي سهري جي گهر تائين انهن پرين سان گڏ پنڌ موٽڻو هو. بهرحال هڪ ڏکي ڪاني ڪٽي هڪ هڪ پري هڪ ڪنڌ کان ٻڌي ڪنوانيءَ وانگر ڪانيءَ جو وچ ڪلهي تي رکي هلڻ لڳو. گاهہ جي گهٽي وزن ڪري ڪاني هن جي ڪلهي تي وڍ وجهي رهي هئي ۽ ڪيس رکي رکي ساهي پٽڻي ٿي پيئي.

ڪجهہ دير هلڻ بعد اوچتو هن کي پري کان هڪ گهوڙو نظر آيو. جيڪو سندس سهري جو هو ۽ اهو چرندو واپس گهر ڏي وڃي رهيو هو. سندس ڳچيءَ ۾ لغام بہ پيل هو. ڪبايان گاهہ جون پريون رکي گهوڙي ڏي ويو ۽ لغام کان جهڪي گاهہ وٽ وٺي آيس. پوءِ گاهہ جون ٻئي پريون مٿانئس رکيائين ۽ پاڻ گهوڙي پٺيان آهستي آهستي هلڻ لڳو. گهرپهچڻ کان اڳ رستي تي هڪ ٽڪري آئي ٿي، جيڪا چڱي خاصي اتاهين هئي ۽ ڪبايان پنهنجو پاڻ ۾ مٿي چڙهڻ جو سَتُ نہ پئي ساريو سو گهوڙي کي بيهاري پاڻ بہ ان جي پٺيءَ تي گاهہ جي پوين تي وينو.

گهوڙو آهستي آهستي ٽڪريءَ تي چڙهڻ لڳو. ٿورو مٿي چڙهڻ بعد گهوڙي جي رفتار اڃا بہ گهٽجڻ لڳي. ڪبايان کي خيال آيو: ”گهوڙو شايد ٿڪجي پيو آهي. اهو منهنجي سهري جو گهوڙو آهي ۽ جي هو ٿڪل ٿڪل گهر پهچندو تہ سهرو مون تي ڪاوڙبو. ٿي سگهي ٿو تہ هن کي هن وقت گهوڙي تي چڙهي ڪيڏانهن ويٺو هجي ۽ غريب گهوڙي تي واقعي گهڻو بار آهي- گاهہ جي ٻن پرين کان سواءِ منهنجو وزن پڻ ان تي آهي.“

ڪجهہ دير سوچڻ بعد ڪبايان کي دماغ ۾ هڪ رٿ آئي، سو ٻئي گاهہ جون پريون گهوڙي جي پٺيءَ تان کڻي ڪنوائيءَ ذريعي وري پنهنجن ڪلهن تي کڻي رکيائين. وزن ڪري ڪِنجهندو ڪرڪندو گهوڙو نيٺ سندس سهري جي گهر تائين پهتو. سهري گهوڙي مٿان ڪبايان ۽ ان مٿان گاهہ جون پريون ڏسي تعجب مان پڇيو: اڙي ڪبايان هي ڇا تماشو ڪيو اٿئي؟ گهوڙي مٿان چڙهي گاهہ وري پاڻ تي رکيو پيو اچين!“

ڪبايان معصوميت مان وراڻيو: ”چاچا ڳالهہ هيءَ آهي تہ مون کي خبر آهي تہ توهان جي گهوڙي کي گهڻو بار کڻائيندس تہ توهان جو گهوڙو ٿڪجي پوندو ۽ توهان مون تي ڪاوڙ ڪندو. ان ڪري مون سوچيو تہ گاهہ آئون ٿو کڻي هلان ۽ گهوڙو فقط مون کي کڻي هلي.“

بهرحال ڪبايان ۽ سندس سهري جا ڪافي قصا مليشيا طرف مشهور آهن، ۽ اهڙو ڪونہ ڪو ڪردار هر خطي جو هوندو آهي، جنهن جا ٽوٽڪا ۽ نڪتا ماڻهو لاءِ ڪل پوڳ سان گڏ نصيحت وارو ڪم پڻ ڏيندا آهن. ان مامري ۾ اسان جو وتايو فقير سڀني کان سرس آهي.۽ سندس هر ٽوٽڪي ۾ ڪانہ ڪا نصيحت پري ڳالهہ سمايل هوندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۾ لاڙ کان اتر تائين ڪو اهڙو ماڻهو ورلي ليپي، جنهن کي وتائي فقير جو ڪونہ ڪو نقل برزبان ياد نہ هجي.

**الطاف شيخ**

## سمنڊ کي مينهن جي ڪهڙي ضرورت؟

هڪ ڏينهن وتايو لاڙ پاسي سمنڊ ڪناري ويٺو هو. ڏسي ڪٿي تہ سمنڊ مٿان مينهن پيو وسي، سُڪيءَ تي هڪ ڦڙي ڪانہ پئي ڪري، سو منهن مٿي ڪري چيائين: ڏاڍو زور وارو آهين! پاڻيءَ کي پاڻيءَ جي ڪهڙي ضرورت؟ هن فقير جو اهو چوڻ، مينهن بند ٿي ويو. پوءِ ڪيترائي پاڻيءَ جا جيت جڻيا ۽ جانور ڳاٽ ايا ڪري ٻاهر نڪري آيا. ايتري ساري مخلوق ڏسي، فقير چيو: مون کي اها خبر ڪانہ هئي. آءٌ ڀلا تو جيترو ڪيئن ڄاڻي سگهندس!

***

## اِجها توهان جي مُرشد جي جُتي!

ڳوٺ ۾ هُل هلاچو هُليو تہ فلاڻو بزرگ، فلاڻي ذات وارن جو مرشد اچي لٿو آهي، ڏاڍو خدا جو پهتل ۽ ڪانيءَ ڪرامت وارو آهي. وتائي کي دل ۾ خيال آيو تہ، آءٌ بہ ڇو نہ وڃي سندس زيارت ڪريان، سو فقير جُتي پرپري لاهي، مرشد جي ڪٽ پرسان ويهي، انهيءَ جون ڳالهيون ٻڌڻ لڳو. هن کي مرشد جي ڪابہ ڳالهہ ڪانہ آئڙي، سو ڪچهريءَ مان اٿي وڃڻ لاءِ يار تي ويٺو. جان ڪٿي نظر ڊوڙائي تہ ڇا ڏسي تہ، جُتي هجيئي ڪانہ، موٽي وري اچي ساڳيءَ جاءِ تي ويٺو اتي مرشد جي چانديءَ سان مڙهيل جُتي رکي هئي. فقير ان مٿان پلٿي ماري ويٺو. ٿوريءَ دير کان پوءِ، مرشد ڪم سانگي اُٿيو ۽ جُتي ڳولڻ لڳو. وتايو ماٺ ڪيو ڪنڌ هيٺ ڪيو جتيءَ تي چڙهيو ويٺو رهيو. چوڌاري ڇؤ پڇوءَ هلي تہ، مرشد جي جُتي نٿي لڀي، ڪنهن کنئي آهي؟ جنهن ماڻهو وتائي جي جُتي کنئي هئي، تنهن سمجهيو تہ شايد ڀُل ۾ مون مرشد واري جُتي کنئي

آهي، سو چوڻ لڳو: اِجها اِجها، هيڏانهن پٽي آهي، مرشد سائين جي جُتي. هو جڏهن جتي کڻي ڪٽ جي ويجهو آيو ته فقير چيو: ادا، اِها منهنجي جُتي آهي ۽ پنهنجي هيئان جُتي ڪڍي چيائين: هيءَ آهي توهان جي مرشد جي جُتي ۽ جنهن کي جُتيءَ جو سماءُ نٿو پوي، تنهن وٽ ڪهڙي ڪاني ڇاجي ڪرامت؟

***

## ڇگو جو وڻ ۾ ڇانهين نٿي ٿئي!

هڪڙي ڏينهن وتايو ٽڪجي ڪنهن ٻير جي وڻ هيٺان اچي سُتو. مٿي ٻيرن کي ڏسي چوڻ لڳو: هي وڻ به انبن جي وڻ جيڏو آهي. ان ۾ وري ٻير پتڪڙو پيدا ڪيائين. قرت واري جي هيءَ ڪاريگري سمجهه ۾ ڪانه آئي. تنهن ڪان به عجب جي ڳالهه هيءَ آهي، ڇانهين وري ول ۾ پيدا ٿو ڪري، جيڪا وٽن ۾ پيدا ٿئي ها ته واهه جو ڪم ٿئي ها. وڻ ۾ جڻ لوٽا لٽڪيل نظر اچن ها. ايتري ۾ هڪڙو ٻير اچي ٽڪڻ تي ڪريو ته مٿو ڪنهڻ لڳو. يڪدم بيان بدلايائين: آءٌ ڀُليل آهيان، هي ننڍڙو ٻير به قهر ٿو ڪري، ڇگو جو انهيءَ وڻ ۾ ڇانهين ڪونهي. مٿي آسمان ڏي نظر ڪري چوڻ لڳو: پنهنجي ڪاريگري پاڻ ڄاڻ، منهنجي چريائيءَ تي متان لڳين.

***

## مون کي نماز ياڻءِ نٿي پوي!

پاڙي جي ملان تمام ڇگيءَ ريت وتايي. کي هدايت ڪئي، ته مسلمان کي نماز باقاعدگيءَ سان پڙهڻ گهرجي، جيڪو نماز نٿو پڙهي، سو مسلمان ٿي ناهي. اُتي هلي نماز پڙهه. وتايو ساڻس گڏجي نماز پڙهڻ ويو. اجا فرض مس جونيائون ته، پنيان واڪو ٿيو: ”وتايا ڪٿي آهين؟ ٻوڙي آءٌ تنهنجي گهر جي لوڙهي کي باهه لڳي آ“ اهو آواز ٻڌي، نماز کي اڌ ۾ ڇڏي، فقير گهر ڏانهن ڀڄندو ويو ۽ چوندو پئي ويو ته ملي کي گهٽائي ڀيرا چيو اٿم: ادا، توهان واري نماز مون کي ياڻءِ نٿي پوي، تڏهن به پڇر نٿو ڇڏي، هاڻ ٿئي خوش. هن يار جا

ڪم ڏس، مون کي ملي جي معرفت نماز ۾ رنيائي: پوپان منهنجو گهر پيو رک ڪري.

***

## خدا ڏيندو تہ واپس ڏئي ويندس !

وتائي سان ماڻس شڪايت ڪئي تہ، ابا، تنهنجي اچڻ جو نہ پرو نہ پتو. مان تولاءِ ماني پچائي ٿي رکان تہ ڪتا کنيو وڃن، جي ڪوٺيءَ کي دروازو هجي تہ ڪڙو ڏي سانديي رکي ڇڏيان، پوءِ پل اويل سويل گهر اچين تہ پنهنجي ماني تہ کائين. هن چيو: اجهو در ڪٽي ٿو اچان. تڪڙو تڪڙو ويو مسيت جو در پٽي گهر کڻي اچي پنهنجي ڪوٺڙيءَ جي ٻنيي تي هڻي ڇڏيائين. مسيت جو مُلان جو نماز لاءِ مسجد آيو تہ مسجد جو در پٽيل ڏٺائين، ڪنهن ٻڌايس تہ در وتايو فقير پٽي کڻي ويو. ملان ڪاوڙ مان تکو تکو وتائي وٽ آيو. سڏ ڪري چيائين: "ميان جا فقير تون تہ هاڻ ماڳهين ارڪانن مان نڪرندو پيو وڃين، توکي شرم ڪونہ آيو جو خدا جي گهر جو دروازو لاهي اچي پنهنجي گهر تي چاڙهيو اٿئي؟" وتائي چيو شرم تہ گهڻو ٿي آيم، پر ماني ڪتا کنيو ٿي ويا. سوچيم تہ، جڏهن مون کي دروازي جيتري توفيق ٿيندي، تڏهن دروازو واپس وڃي رکندس، ڇو تہ مون کي ڏيڻ وارو بہ تہ اهو ئي آهي، ڪيس خبر آهي تہ وتائي وٽ در ڪونهي، پيو تہ نهيو در نہ هجڻ ڪري مانيءَ لاءِ محتاج آهي. ملان چيو: آءُ در لاهيو ٿو وڃان. وتائي وراڻيو: در اهو لاهيندو، جنهن جو آهي، باقي تون ٻڌاءِ تنهنجو ساڻس ڪهڙو لاڳاپو آهي. ساڻس ڪهڙي متي مائٽي اٿئي، يا توکي خود پاڻ چيو اٿس تہ مون ۾ سگهہ ڪانهي، تون وڃي وتائي کان وڙهي گري منهنجي گهر جو دروازو ڇڏاءِ! ايتري ۾ ماڻهو اچي گڏ ٿيا. ملان خار مان وتائي کي گاريون ڏيڻ ۾ وقلڻ لڳو. وتائي وراڻيو: هن کي جهليو مون هن جو ڪوبہ ڏوهہ ڪونہ ڪيو آهي. هي پاڻ کي سرخرو ڪرڻ لاءِ خدا جو عيوضي پيو سمجهي. مون کي خدا ڏيندو تہ (در) واپس ڏئي ويندس، هينئر ڪجهہ ڪونہ ورندس.

***

## اها ڳالهہ تہ وري ڪرين ها!

پاڙيوارين ماين جو وتايي جي ماءُ سان قرب هو اوپل سوپل وٽس پيون ايندريون ويندريون هيون. هڪ ڏينهن وتايو لوڙهي ۾ ويٺو هو تہ، هڪ پاڙي واري ماٽس سان ملڻ آئي. لهواريون اوپاريون ڪندي چيائينس: وتائي جي مڱ ويٺي وتائي جون واتون ڏسندي هوندي، ادي ڪانئن گهر تہ ڪريو. ايئن ويٺي تہ وتائي جو مٿو اچو ٿي ويندو. ويچارو سَنون ڪائيندو پيو گهمي. ماٽس وراڻيو: پٽس هندو هو تڏهن مڱايو هئائين، پوءِ مسلمان ٿياسين، هاڻي اسان کي سڱ ڪيئن ڏيندا؟ وري وتائي ۾ ڪو ڪمائيءَ جو گُر بہ ڪونهي، جو پئي ڪنهن کان سڱ کٽي گهران ۾ پوءِ وري پيون ڳالهيون ڪي ڪ لڳيون. جڏهن مائي اُٿي وڃڻ واري ٿي تہ، وتائي وڏي اچي مائيءَ ي چيو: ماسي، اڳين سيٽن کان سڱ گهرڻ واري ڳالهہ تہ وري امان سان ڪر نہ. مَن مڙي بہ پون!

❋❋❋

## ڍڳيءَ لاءِ نوڙي ٿو وٺيان!

هڪڙي ڏينهن وتايو سَر پَٽي آيو انهن کي سٽي ڪُٽي رسو وٺڻ ويٺو. هن جي ڍڳيءَ جو رسو بنهين ڪُسِي ويو هو سو گهر پاهران ويٺي اهو ڪم ڪيائين، اتان جيڪو ٿي مٿيو تنهن ٿي پڇيس: فقير، ڪهڙي ڪِرت ويٺو ڪرين؟ چيائين: ڍڳيءَ ڪاڻ رسو پيو وٺيان. جڏهن هر هڪ کي جواب ڏيندي، ڪڪ ٿيو تہ، ونئي ڪوڪِريا ڪرڻ لڳو. چي: ڳوٺ ڄا ماڻهو جلد اچي مڙو نہ تہ اجهو ٿي قيامت اچي. ماڻهو ڊوڙندا آيا. فقير ڇا ٿيو آهي، ڇاجو ڪٽي هُلُ مچايو اٿئي؟ چيائين: آءٌ اوهان هڙني کان ٿو پڇان تہ، هينئر ڏينهن آهي يا رات؟ سيني چيو: ڏينهن. پوءِ چيائين: ڏينهن ۾ انڌيرو يا اونداهہ تہ ڪانهي؟ مڙني چيو: نہ. تڏهن چيائين: جيڪو لنگهي ٿو سو ور ور ڏئي پيو پڇي: وتايا ڇا ويٺو ڪرين؟ هاڻ سڀ ٻڌي بہ ڇڏيو ۽ ڏسي بہ ونو تہ، مان ڳئون لاءِ رسو ٿو وٺيان.

❋❋❋

## بنا اجوري ڪٽيو پيا هلون!

وتائي جا ڪپڙا ميرا ۽ ڦاٽل هئا، سو هڪڙي ٽڙ وٽان اچي مَٿيو. ڪن زالن ٽڙ تي ڪپڙا پئي ڌوتا. هڪ پوڙهيءَ عورت وتائي کي ڏسي چيو: تون ته ڪو مت جو موڙهو آهين، هن زالن جي ٽڙ وٽان ڇو اچي لنگهيو آهين؟ ڏس ته ڪپڙا ڦاٽا پيا اٿئي، وَسلا پيا ڏسجنئي. فقير چيو: سچ ٿي چوين، اهي وَسلا آهن اوهان جا، اسان ته بنان اجوري ڪنيو پيا هلون!

***

## ڪنهن به ڪونه چيو....

هڪڙي گهمري، وتائي جي ماءُ سخت بيمار ٿي پئي، ڪائڻ پيئڻ ڇڏي ڏنائين. وتائي کي پڪ ٿي ته امان مري ويندي، سو سندس سيرانديءَ کان ويهي پار ڪڍي روئڻ لڳو. وتائي پئي چيو: جيجل توکان سواءِ هن دنيا ۾ پورڙي چريي جو ڪوبه نه مٽ نه مائٽ، نه اوهي نه واهي! وتائي کي اڪيلو ڇڏي نه وڃجانءِ! مون کي پاڻ سان گڏ وٺيو هَلُ. هن جي آلاپن تي پاڙي جون ڪيتريون ئي مايون اچي ڪٺيون ٿيون. انهن مان هڪ ڪُراڙيءَ وتائي جي مٿي تي هٿ رکي چيو: ٻچڙا، هلٽو هر ڪنهن کي آ، ماءُ مٿان ڪروڌ نه ڪر. ڪُٺيءَ جو نه ڪو ويج نه طبيب. اسين هيتريون ساريون تنهنجون مائرون ويٺيون آهيون، پيون تنهنجي سار لهنديون سين. وتائي چيو: آءٌ انهن گشن تي ڪِيئن اعتبار ڪريان؟ جڏهن منهنجي زال مُئي ته، ڪنهن به ڪونه چيو: ڳڻتي نه ڪر، اِيري سيري، رَنڙ سَنڙ مڙيئي هڪڙي زال تنهنجي مٿي ۾ هٽي ڇڏينداسين. اها امڙ ئي آهي، جيڪا چوندي رهندي آهي ته، پٽ رو نه، آءٌ تنهنجي ٻي شادي ڪرائيندس. پنهنجي سڪيلڏي جو سڳ هٿ ڪندس، توکي نچي ڪڏي پرٽائيندس، سو امان جهڙا وچن ۽ دلداريون ٻيو ڪير ڏيندو؟ انهيءَ گفتي تي مائس مرڪي اکيون پٽيون، ته فقير به خوش ٿيو.

***

## فقير دال کائي دنگ ڪري تہ ڪُنو منهنجي ٻوٽ تي همائج!

هڪڙي عورت، جنهن جو وتائي فقير ۾ سچو دلي صِدق هو فقير جي عزت احترام بنهہ گهڻو ڪندي هُئي، روز وٽس اچي دعائون ۽ ڏاڍگا ڦيٽا ڪرائي ويندي هئي. هڪڙي ڏينهن فقير وٽ آئي تہ، وٽس ٻيو ماڻهو بہ ويٺو هو. هن پئي چيس: وتايا، تون الائجي ڪيڏي مهل ٿو ماني کائين، مون کي تہ ڏاڍي اچي ٻُک تپايو آهي. وتائي چيس: ڳر نہ، الله روزي آسمان تان بہ موڪلي ڏيندو. اهي حرف ٻڌي آيل عورت کي دل ۾ آيو تہ، سدائين پئي فقير کان سڳا وٺايان. اڄ هن وٽ مهمان بہ آهي ۽ مانيءَ جي گهڻي طلب بہ اٿس، چو نہ ڪٺي آءٌ پيٽ جهل ڪرايان. فقير کي چيائين: توهين ٻئي اٿو، منهنجي گهر هلي خدا ڪارڻ پير بہ گهمايو ۽ دعوت بہ کائو.

فقير سنگتيءَ کي چيو ڏٺئي، مون وٽ رُکي سُڪي ماني ملئي ها، هاڻ الله پاڳ ورايو اٿئي، هن مائيءَ جو مون سان ججهو قرب آهي، دل جان سان دعوت ڪئي اٿس، هل تہ هلون. مائي کين گهر وٺي آئي، عزت احترام سان ويهاريو ۽ سانجهڻ ڪرڻ لڳي. مانيون پچائي دال رڌي ٻاهر نڪتي تہ وتائي جي سنگتيءَ ٻک کان ٽيهلاڙا پئي ڏنا. مائيءَ سندس پر ۾ اچي آهستگيءَ سان پڇيو ادا فقير لاءِ تہ دال رڌي اٿم. بس لهڻ تي آهي، اُهو تہ دال شوق سان کائيندو پر پيلا ڏس تہ تون ڇا کائيندين؟ هن چيو: فقير لاءِ ذل سان دال رڌي اٿي يا چرچو ٿي ڪرين؟ چيائين: اهو منهنجو مرشد آهي. منهنجو مٿانس ساهہ بہ قربان آهي، تون پنهنجي ڳالهہ ڪر. هن چيو: جنهن جي مٿان ساهہ صدقي ٿي ڪرين، تنهن کي دال ٿي کارائين تہ پوءِ فقير دال کائي دنگ ڪري تہ اهو ڪُنو جنهن ۾ دال رڌي اٿئي، منهنجي ٻوٽ مٿان گهمائي ڇڏج، مون کي بہ ڊؤ ٿي ويندو.

❊❊❊

## ٻوڙ ماني کائيندين يا کُورما؟

وتائي جو هڪڙو معتقد ماڻهو کيس دعوت ڏيئي، پنهنجي ڳوٺ وٺي ويو. هن کي خيال آيو ته، فقير سدائين سادي سودي ماني پيو کائي، اڄ ياڻئيان ته کيرڪون يعني: کير کارڪون جن کي کُورما به چون ٿا، رڌائي کڻي کارايانس. لذيذ طعام کائي خوش ٿيندو ۽ دل سان دعائون ڪندو سو ماني ناهڻ کان اڳ فقير کان پڇيائين: درويش ٻوڙ ماني کائيندي يا خورما؟ فقير ٽيپ ۾ پئجي ويو. جو کُورما نالو اڳ ٻڌل ڪونه هوس، سو امالڪ چيائين: خورما. ميزبان زال کي چيو اڄ فقير پاڻ وٽ مهمان آهي، سو هن لاءِ خورما تيار ڪر. زال مڙس کي حاضر چيو. دل ۾ چيائين: کير ٿو ويهي اهڙيون تڪليفون ڪري، هن درويش کي ڪهڙي کُورمن جي خبر. پوءِ دال رڌي، وٽو پيري، فقير ڏي مڙس هٿان ڏياري موڪليائين. فقير ڍڪ لاٿو ته دال رڌل ڏٺائين. ڏسي چوڻ لڳو: آئي حيف هجئي! اسان وٽ ڪوٺجين "ڏاري دال"، هتي وري خورما نالو بدلائي اچي اڳ ورتو اٿئي.

***

## مئي سهاين، پر ڏنن ڪنهن کي ڪانه

هڪ پيري وتايو فقير ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. واٽ تي ڏٺائين ته ڪي ماڻهو لاش کنيو پيا اچن. ويجهو وڃي ڪانڌن پڇيائين: "ادا ميت ٻار جو آ يا وڏي جو." ڪنهن ڪانڌيءَ وراڻيو: "وڏي جو." فقير پڇيس. "ادا پلا ميت عورت جو آ يا مرد جو." ڪانڌيءَ وراڻيو: "عورت جو".

وتائي پڇيو: "ڪنواري يا پرڻيل؟" ساڳي همراهه وراڻيو: "ادا، ڪنواري هئي." ان تي هڪدم چيائين: "مئي سهاياڻون، پر ڏنن ڪنهن کي ڪانا"

***

## چورن جو اڳ جهلڻ

هڪ دفعي وتائي جي ڳوٺ مان چوري ٿي ويئي، ڳوٺاڻا چورن جا پيرا کڻي نڪتا، پر وتايو هڪدم ڊوڙي وڃي قبرستان جو در وٺي ويهي

رهيو. ماڻهن پڇيس: ”فقير ڪر خبر! هتي ڇا ويٺو ڪرين؟“
ڇياائين: ”ادا، چورن جو اڳ ورتو اٿم! نيٺ هتي ئي ايندا!“
انهيءَ ڏينهن کان پوءِ سنڌيءَ ۾ اها چوڻي عام ٿي ته، ”واهه جو وتائي فقير وارو اڳ جهليو اٿئي!“

***

## تنهنجي نالي تي.....

وتائي فقير ٻگدرن جي موسم ۾ هڪ گهوراڙوءَ کي گدرا وڪڻندي ڏٺو ته سندس ساهه ست ڪاڏي، سو کيس چيائين: ”بيلي خدا جي نالي گدرو ته کاراءِ!“ ان تي هن اول ته مُنهن سجايو پر پوءِ ڪنو منهن ڪِري هڪ ڦتل گدرو ڪڍي فقير کي ڏنائين. فقير کي هن جي اهڙي روش تي مٺيان لڳي، جو هن رب پاڪ جي نانءَ تي بڇڙو منهن ڪري چونڊي خراب گدرو ڏنو هيس، سو هن يڪدم کيسي مان ٽڪو ڪڍي گهوراڙي کي ڏنو ۽ چيائينس: ”هن جو به گدرو ڏيم.“ گدرا گهوراڙي هڪ سٺو گدرو چونڊي ڪڍي ڏنس. گدرو وٺي آسمان ڏي نهاري چيائين: ”تنهنجي نالي تي جيڪو مليو اٿم سو به ڏس ۽ جيڪو ٽڪي ۾ ورتو اٿم سو به ڏس. مان ڇا چوانءِ! پاڻ ڄاڻين ٿو ته ماڻهن وٽ تنهنجي نانءَ جو ملهه ڇا وڃي رهيو آهي!“

***

## عشق

هڪ ڏينهن وتايو فقير پنهنجي هڪ دوست سان اوپاريون لهواريون ڪري رهيو هو ته، ڳالهين ڪندي ڪندي اچي عشق جي ڳالهه نڪتي.
فقير پڇيس: ”عشق ڇا آهي؟“
دوست چيس: ”فقير عشق دل جي وندر ۽ روح جي راحت آهي، جنهن کي اندر ۾ عشق ناهي، اهو انسان چئجڻ جائو ئي ڪونهي.“
ان تي فقير وراڻيو: ”ڀلا اهو عشق ڪنهن سان ڪبو آهي ۽ ڪيئن ڪبو؟“

دوست چيس: ”فقير مرد جو عشق هميشه عورت سان ٿيندو آهي ۽ ان کي متوجهه ڪرڻ جا ڪيترائي طريقا آهن، پر هڪڙو تہ صفا سولو آهي، ان کي پهرين سنهو پتر ڪٽي اشارتن هڻبو ۽ پوءِ جيئن ئي مڙي مُرڪي نهاري تہ سمجهہ ٿي وئي!“ اهي خبرون چارون ڪري ٻئي موڪلائي پنهنجو پنهنجو گئس وٺي راهہ جا راهي ٿيا.

فقير ڪنهن ڏينهن گس وٺيو پئي ويو تہ ڏٺائين، هڪ عورت اڪيلي پئي وڃي، صورت ۾ بہ موچاري آهي. دل سرڪيس، سو دوست جي عشق واري ڳالهہ ياد اچي ويس. هن ان رمز کي آزمائڻ لاءِ چڱو موچارو پتر ڪٽي نڪاءُ ڪرايائين مائيءَ سڳوريءَ کي، جو وڃي ڪيس لوئڻدڙيءَ ۾ لڳو. ويچاريءَ وڃي پٽ تي ٿهڪو ڪيو ۽ ڏندڙجي ويئي.

فقير ويجهو ويس ۽ ان ڏي نهاري چوڻ لڳو: ”مون تو کي پٿر هنيو عشق ڪرڻ لاءِ تہ اشارو سمجهي مرڪين، تون وري ڏند پئي شيڪين.“

***

## دعا

هڪ ڏينهن وتايو ڳوٺ جي گهٽيءَ مان پئي گذريو تہ هڪڙيءَ مائيءَ وتائي فقير جو اڳ ڪٽي جهليو. چوڻ لڳس: ”فقير چوڪر ڏاڍو ٿو رئي، سو دعا ڪر تہ روئڻ ڇڏي!“

فقير جواب ڏنس: ”مائي جيڪي هوندا سي روئندا ۽ جي نہ هوندا تہ سندن پويان روئيندا.“

***

## وڏو در

هڪ ڏينهن وتايو فقير مسجد وٽان لنگهيو تہ ڏٺائين تہ ڪا مائي مسجد جي در تي بيٺي دعا پئي گهري ۽ ٻاڏائي پئي چوي: ”وڏا در الله جا! پاند پناهہ جو ڏجانءِ!“ اهو ٻڌي وتائي هڪدم چيس: ”مائي سڳوري، وڏا در تہ اوهان جا آهن، جن پيغمبر، پير ۽ فقير پيدا ڪيا، جن اچي هي مسجدون آباد ڪيون.“

***

## سونارو ۽ وتايو

هڪ ڏينهن هڪ سونارو واپار جي نيت سان سفر لاءِ نڪتو ته واٽ تي وتايو به ملي ويس، ٻنهي جي منزل ساڳي هئي، سو سفر جا ساٿي بنجي نڪري پيا. سوناري ته سمجهيو هو ته سفر ۾ هڪ ڪان به گڏ چڱا، سو سونارو ۽ وتائي فقير سان مسافريءَ لاءِ رلجي پيو هو. پنڌ ڪندي ڪندي ڪين سج لهي ويو. رات جو فقير رستي تي ئي ليٽي پيو پر سوناري وٽ هڪ سؤ رپيا هئا، سو پاسو وٺي ويجي سمهي رهيو. لڙيءَ رات ڪي چور اچي اُتان لانگهائو ٿيا. ڪين ڪو شڪار ڪونه لڳو هو ويتر جو هن فقير کي فقيراڻي حال ۾ رستي تي ستل ڏٺن ته هڪ همراهه ڪاوڙ مان ٺڏو هڻندي چيس: "سجان سجان وچ رستي تي ستا پيا آهن."

فقير اکيون مهٽي اُٿيو ۽ چوڻ لڳس: "سنيالي ڳالهاءِ! سجان چو آهيون، منهنجو ته خير آهي، باقي پريان جيڪو منهنجو ساٿي سونارو ستل آهي، ان جي هڙ ۾ روڪڙا سؤ رپيا آهن!" اهو ٻڌي چور سوناري کي ڦري ويا. سوناري کان پيسا کسڻ لڳا ته سونارو به جان ڇڏائڻ لاءِ چنبڙي پين، تنهن تي ٻتي ٺڪ به کاڌائين. نيٺ چور پئسا ڦري راهي ٿيا. جڏهن اهي هليا ويا ته سوناري وتائي کي چيو: "واهه يار واهه! تو چڱو سفر جو ساٿ نڀايو، هٿ وٺي مون کي چورن کان ڦرايئي." وتائي چيو: "يار تنهنجا سئو روپيا ويا ته ٿيو خير، پر هوندي سوندي هرو پرو سجائيءَ جو طعنو ڪونه سهبو."

***

## مان ايوب صابر ڪونه آهيان

هڪ ڀيري وتايو فقير پنهنجو گس وٺي وڃي رهيو هو ته اوچتو پير ۾ ڪنڊو لڳس، ته وٺي اُپ ڏاريندڙ دانهون ڪيائين. سندس دانهن تي ڳوٺ جا ماڻهو اچي مڙيا ۽ کانئس پڇيائون: "فقير ڇا ٿيو؟" فقير وراڻيو: "ادا ڏسو ڪونه ٿا، پير ۾ ڪنڊو چڀيو پيو آهي." هڪ همراهه

چيو: ”فقير هيڏڙي ڪندي لڳڻ سان هيڏي هاڻ گهوڙا، ڪٿي سچو ڳوٺ مٿي تي کنيو اٿئي، اسان سمجهو فقير سا ڪا وڏي ويڏن آهي.“ فقير وراڻيو: ”الله سائين جي اتڪل جي توهان کي ڪهڙي خبر. آءٌ ڪو ايوب صابر ڪونه آهيان، هي يار هري هري ڪري مون کي سهسائي ٿو. هينئر ڪندو هنيو اٿس، سياڻي پالو هٽندو! سو هاڻ گهوڙا ڪري ٻڌايانس پيو ته، يار پاڻ ۾ ايترو سهڻ ڪونهي.“

***

## ڏاڍي ڪان پري پلو

وتايو فقير پنهنجي روش موجب ڪنهن مسافريءَ تي پري نڪري ويو ۽ ڪيس ڪيترائي ڏينهن گذري ويا، واپس ڪونه وريو. سندس ماءُ چا ڪيو جو گهر جا ٽپڙ ڪٽي وڃي سيدن جي پاڙي ۾ ويٺي. جو ڪيس وتائي جي پرڪارن جي پروڙ هئي ته الاءِ جي ڪڏهن واپس وري، اڪيلي پئي پئي گهر پيو ڪائيس، سو سوچيائين سيد آهن پنهي جهانن جو اپر آسرو سندن پر ونبي تي ويهان. رولاڪيءَ ڪان واندو ٿي جڏهن وتايو مسافريءَ تان موٽي گهر آيو ته اچي ماڻهن ڪان پڇيائين: ”ڏيو خبر، امان ڪيڏانهن ويئي؟“

ڪنهن ٻڌايس: فقير تنهنجي ماءُ ته وڃي سيدن جي پاڙي ۾ گهر اڏيو آهي.“

وتايو تڪڙو تڪڙو وڃي ماءُ کي مليو. چيائينس: ”امان! هتي ڇو اچي ويٺي آهين؟“ ماڻس چيو: ”ابا هتي پنهي جهانن جا وسيلا آهن، تڏهن اچي سندن پاڙي ۾ پئي آهيان.“ وتائي چيو: ”امڙ قهر ڪري ڇڏيئي، ڏاڍي ڪان جيترو پري اوترو پلو! هاڻي جي سيد ڪاوڙجي، ته به وتايو مُنو ۽ جي وتايو ڪاوڙجي ته به وتايو مُنو!!“

***

## هڪ ڏيان نه...

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪنهن شاديءَ جي دعوت ۾ ويو جڏهن چاچين يت ڪائي بس ڪيو ته اٿندا، پاهت ڏيندا ۽ پنهنجا پنهنجا نالا

لڪائيندا ٿي ويا. وتايو فقير به پاهت لکندڙ جي پر ۾ اچي ويٺو ۽ کيس چيائين: ”لک وتايو فقير ڏهه روپيا!“ لکڻ واري چيس: ”فقير پئسا ڏي ته نالو لکان نه.“ وراڻيائين: ”هڪڙو ته ڏيان نه، ٻيو نالو به نه لکايان ڇا!“

***

## هو به خوش ۽ آءٌ به خوش

هڪ ڏينهن وتائي فقير وٽ ڪي مهمان اچي نڪتا. هن مسڪين وٽ هڙ ۾ ڪجهه به ڪونه هو جو کين ڪجهه وٺي کارائي. اوچتو هڪ ڇوڪر اچي ڇٽن جو هوڪو ڏنو. وتائي فقير کيس سڏ ڪيو ۽ سڀ ڇٽا ٻولائي کٽي مهمانن جي اڳيان رکيائين. جڏهن ڇوڪر پئسن جي گهر ڪئي ته اٽنديئي به ٺٺڙ هٽي ڪڍيائينس. ڇوڪرو ويهي روئڻ لڳو. گهڙي گذري ته هڪ شخص آيو ۽ اچي وتائي کي ڏهه رپيا ڏنائين ۽ چيائينس فقير دعا ڪجانءِ! فقير هڪدم اٿيو ۽ ڇوڪري کي پئسا ڏئي روانو ڪري ڇڏيائين. مهمانن پڇيس: ”فقير تو اهو ڇا ڪيو؟“ جواب ڏنائين: ”مون وٽ هڙ ۾ ڪجهه به ڪونه هو ڏنم ته خدا کي سوال ڪندس ته، ايترو ٽڪڙو اصل ڪونه پڏندو، سو ڇوڪري کي وٺي ٺٺڙ هنيم، هن ڪيون اُپ ڏاريندڙ دانهون ته ڏسو ڪيئن نه پڏي ورتائين ۽ پئسا به اچي مليا، هو به خوش ۽ آءٌ به خوش.“

***

## بيماري

هڪ سال وتائي فقير جي ڳوٺ ۾ اچي وڏيءَ بيماريءَ منهن ڪڍيو. ويچارا ماڻهو ڊوڙي فقير وٽ پهتا، چيائونس: ”فقير سائين! خدا کان دُعا گهر ته بيماري ٽري وڃي!“ فقير جواب ڏنو: ”ابا ڇڏيو ويچاريءَ کي ته ٻه ڏينهن موجون ماڻي وٺي، ماڻهو مري ويا ته (مٽي اشارو ڪندي) پوءِ ڪو سندس نالو وٺڻ وارو ئي ڪونه بچندو پوءِ پاڻ ئي احساس ٿيندس ته بيماري ۽ هيءَ ماراماري ختم ٿي ويندي!“

***

## چار تائين ڊپ اٿوَ

هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ڪنهن ربيو ڏنو. سو پٽڪي ۾ ٻڌي چڙهايائين. رات جو ڪيس اچي ڪتڪو ٿيو ته ڪو پئسا پٽڪي مان چوڙي نه وڃي، سو ننڊ نه آيس. نيٺ منهن انڌاري مهل گهران نڪتو ۽ گس ۾ هڪ چار (ڪبڙ) ڏسي، ربيو ان جي پاڙ ۾ پوري ڇڏيائين. گهر ڏانهن پئي موٽيو ته ڪجهه ماڻهو مليس. انهن مان هڪ پڇيس:"فقير واٽ تي ڪو ڊپ ڊاءُ ته ڪونهي؟" وتائي فقير جواب ڏنو: "انهيءَ چار تائين ڊپ اٿوَ باقي اڳتي ڪل خير آهي!"

***

## پائيواري

هڪ ڀيري وتائي فقير کي ڪنهن صلاح ڏني ته فقير ڪنهن سان پائيواريءَ ۾ ڪو ٻنيءَ ٽڪر پوکيءَ لاءِ جهل ته، پيٽ قوت لاءِ ان داڻا تي پوندي ٿي. فقير کي صلاح دل سان لڳس، سو هڪ شخص سان پائيواري ڪيائين.

هڪ ڏينهن ٻئي ڄڻا گڏجي زمين جي سنوت لاءِ ويا ته، انهيءَ شخص جهنگ وڍڻ شروع ڪيو ۽ وتائي فقير کي چيائين: "فقير، تون وڃي ٽانڊو ڪٽي اچ ته هيءُ جهنگ ساڙيون." وتايو فقير ٽانڊي ڪٽڻ لاءِ اتان روانو ٿيو. هو ويچارو نهاريندو رهيو ته، اجهو ٿو فقير ٽانڊو ڪٽي اچي، پر سج لهڻ تائين وتائي جي ڪا ڪل نه خبر. نيٺ هو بيزار ٿي گهر موٽيو. ٻئي ڏينهن اڪيلو ٻنيءَ تي هليو ويو. اهڙيءَ طرح هو پنهنجي سر ٻنيءَ تي ويندو رهيو. ٻني به پوکجي راس ٿي ۽ پچي ويئي، لاب لبي ويو ان صاف ٿيو ۽ ٻنئي شروع ٿي.

وتائي فقير کي خبر پئي ته اڄ فلاڻيءَ هاريءَ جي ٻنئي آهي، سو ٽانڊو ڪٽي ڊوڙندو آيو ۽ جيئن ئي ڪري (ٻار) کي ويجهو پهتو ته ٽڪڙو ٽڪڙو هلڻ شروع ڪيائين ۽ ٽيڙ ڪائي وڃي ڪريو. ان تي ٻار وٽ ويٺل همراهه چيو: "مار! فقير ايڏي ٽڪڙ! ٽانڊو ئي ڪيرائي وڌئي." ان

تي وتائي فقير وراڻيو: "ادا، ماريو تہ انهيءَ تڪڙ آهي نہ! نہ تون ايترو تڪڙو ڏانڊي ڪٺي اچڻ لاءِ چوين ها، نہ ٿاپو کاوان ها!"

***

## اڳهہ سين ڪي ٻڌائي چڏجو

هڪ ڀيري وتائي فقير ڍڳي خريد ڪئي ۽ اها ڪاهي ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو تہ، واٽ تي هڪ شخص مليس، جنهن پڇيس: "فقير ڍڳي گهڻي ورتئي؟ جواب ڏنائين: "چئن ربين ۾." وري اڳتي هليو تہ، ٻيو شخص مليس، ان پڇيس: "فقير، ڍڳي گهڻي مليئہ؟" ان کي بہ جواب ڏنائين تہ، "چئن ربئين ۾." اهڙيءَ طرح ڳوٺ جي پر ۾ پهچندي پهچندي ڪيترن ئي ماڻهن کانئس ڍڳيءَ جي قيمت پڇي. جڏهن ڳوٺ کي ويجهو پهتو تہ دل ۾ خيال ڪيائين تہ جيڪڏهن ڍڳي ڳوٺ ڪاهي ويندس تہ سيڪو ڏار ڏار اچي ساڳي ڳالهہ ورجائي پڇندو ان ڪري ڪا اهڙي ٽل ڪجي، جو هڪ ئي ڀيري سڄي ڳوٺ کي خبر پئجي وڃي. اهو سوچي هڪ وڻ تي چڙهيو ۽ وني دانهون ۽ واڪا ڪرڻ لڳو. ماڻهن جو سندس رڙيون ٻڌيون تہ سيئي ڊوڙي اچي گڏ ٿيا. هنن کانئس پڇيو: "فقير رڙيون ڇو پيو ڪرين؟"

جواب ڏنائين: "اها، هيٺ جيڪا ڍڳي هن وڻ سان ٻڌل آهي، سا مون فلاڻي ماڻهوءَ کان چئن ربين ۾ ورتي آهي. سڀ ڏسي ۽ ٻڌي ڇڏيو ۽ جيڪو هتي نہ آيو هجي، ان کي بہ ٻڌائي ڇڏجو."

***

## دوزخ ۾ ٽانڊو ڪاٿي

هڪ دفعي وتائي فقير کي پنهنجي ماءُ چيو: "ابا ڪٿان ٽانڊو ڪٺي اچ تہ ماني پچايان."

فقير ٻئن گهرن ۾ ويو پر ڪيس ٽانڊو ڪونہ مليو موٽي اچي ماءُ کي چيائين: "امڙ، ٽانڊو ڪٿان ڪونہ مليم."

ماڻس کي لڳي ڪاوڙ سو کيس چيائينس: "وڃي دوزخ مان ٽانڊو ڪٺي اچ." فقير ور ڪنجي نڪتو ٻاهر، چڱي دير رکي، موٽي اچي ماءُ کي

چيائين: "امان! دوزخ ۾ تہ ٿانڀو آهي ئي ڪونہ!" ماڻس حيران ٿي پڇيس: "ابا هي جو ماڻهو چوندا آهن تہ گنهگارن کي دوزخ جي باهہ ۾ ساڙيو ويندو سو ڪيئن؟" چيائين: "امان ٿانڀو هر ڪو هتان ئي ساڻ کڻي ويندو آهي."

***

## چيڙ

هڪ پيري ڪنهن واهہ جو بند ڀڄي پيو. اتان جي زميندار پنهنجي ڪمدار کي حڪم ڏنو تہ "چيڙ (ونگار) وٺي وڃ ۽ بند ٻڌائي اچ!" ڪمدار چيڙ وٺي وڃي ڪم شروع ڪيو. گهارو تمام زبردست پيل هو ۽ ماڻهو گهٽ هئا، سو بند ٻڌجي ئي ڪونہ پيو. ڪمدار ماڻهن تي گهڻو ڪاوڙيو پر هنن ويچارن جو پاڻيءَ سان ڪهڙو وس! سو وڏيءَ ڪوشش جي باوجود بند ٻڌي نہ سگهيا. انهيءَ بند جي پرسان عام گس هو. ڪمدار خيال ڪيو تہ هاڻي جيڪو بہ ماڻهو اتان لنگهي، تنهن کي ڪم تي لڳائيندو وڃجي، جي شام تائين بند نہ ٻڌو تہ زميندار مچرجي پوندو پوءِ منهنجو خير ڪونهي. اتفاق سان انهيءَ مهل وتايو فقير ۽ ٻيا ماڻهو اتان اچي لنگهيا. ڪمدار کين هڪل ڪئي: "اڙي ويندڙ هيڏي اچو؟". جڏهن واٽهڙو وٽس پهتا تہ کين چيڙ وهڻ لاءِ حڪم ڪيائين. هر ڪنهن پنهنجي جان آجي ڪرائڻ لاءِ هٿ پير هنيو. ڪنهن چيو: "مان فلاڻي وڏيري جو خاص ماڻهو آهيان"، ڪنهن چيو: "مان ڦلاڻي رئيس جو خاص ڪمدار آهيان ۽ ان جي ڪم سان پيو وڃان، ڀيو سڀ خير!" ائين چئي واري واري تي ويا وڏيرن جا نالا کڻندا کسڪندا. نيٺ فقير جو وارو آيو. ڪمدار جيڪو ماڻهن جي هٿان نڪري وڃڻ ڪري ڪاوڙ ۾ پريل هو تنهن فقير کان پڇيو: "ڏي خبر. تون وري ڪنهن جو ماڻهو آهين؟" وتائي چيو: "خدا جو." ان تي ڪمدار چيس: "هل ڙي تون خدا جو ماڻهو آهين ۽ ٻيا چورن جا آهن. هل هلي ڪم ڪراءِ!" اهو ٻڌي وتائي فقير آسمان ڏانهن ڏنو ۽ چيائين: "واهہ يار واهہ! تنهنجو ماڻهو سڏائڻ جو اجهو هي صلو مليو اٿم."

***

## صحي

هڪ ڏينهن وتائي فقير جي گهر ۾ اَنُ کپي ويو. ماڻس ٻڌايس: ”ابا! اڄ گهر ۾ اَنُ خير ڪو آهي.“ فقير هڪدم اُٿيو ۽ سڌو مسجد ۾ گهڙي ويو ۽ پنو قلم کڻي رب پاڪ سان مخاطب ٿيندي چائين: ”جي ڪٿو آهين تہ هتي صحيح ڏي!“ اوچتو انهيءَ مهل مسجد جي در ٻاهران فقير کي سڏ ٿيو. فقير اک کڻي جو ڏسي تہ هڪ شخص گڏهہ تي اٽي جي ڳوڻ رکيو بيٺو آهي. فقير پڇيس ”ڏي خبر ڇو پيو سڏين!“ اُن شخص چيس: ”فقير هيءَ اٽي جي ڳوڻ تنهنجي لاءِ آندي اٿم!“ وتائي ڪلي ڏنو ۽ متي منهن ڪري چيائين: ”صحيح نيت ڪانہ ڏنئي، باقي اَنُ موڪلي ڏنئي، سو بہ پينهائي!“

***

## سُچائي

هڪ ڀيري سانوڻ جي موسم ۾ درياءَ اٿلڻ سبب اچي ٻوڏ پئي، سڄي شهر کي ٻوڏ جو خطرو ٿي پيو. ماڻهن کي اچي ساهہ جي لڳي ۽ هر ڪو ماڻهو ٽپڙ ڍوئڻ ۾ لڳي ويو. وتايو فقير بہ ٽي رليون ۽ مختصر سامان کڻي، ماءُ سميت شهر کان ٻاهر نڪتو. ماڻهن جي اها حالت ڏسي ماءُ کي چيائين: ”امڙ! سدائين سچائيءَ تي پئي ارهي ٿيندي آهين، هاڻ ڏس وقت تي سچائي بہ ڪم ٿي اچي.“

***

## خدائي ورچ

هڪ ڀيري ڳوٺ واريءَ مسجد ۾ ڪنهن جماعتيءَ نمازين ۾ ورهائڻ لاءِ مٺائي آندي. وتايو فقير بہ اتي موجود هو. سيني جماعتين يڪ راءِ فقير کي چيو: ”فقير، تون اتي مٺائي ورهاءِ!“ ان تي فقير چيو: ”پر ٻڌايو تہ الله واري ورچ ڪريان يا ماڻهن واري؟“ سيني چيس: ”فقير، خدائي ورچ ڪر، ٻيو ماڻهن واري وري ڪهڙي؟“ هن ڇا ڪيو جو

ڪنهن کي ٻڪَ پيري ڏنائين ۽ ڪنهن کي چپٽي تہ ڪنهن کي لپ، ڪنهن کي وري ذري بہ نہ ڏنائين. تہ ڪنهن کي وري ڏڪا ڏيئي پري ڪيائين. جڏهن سموري مٺائي ورهائي ڇڏيائين تہ ماڻهن چيس: "واهہ فقير واهہ! هي ڪهڙي ورهاست ڪيئي؟"

جواب ڏنائين: "الله واري ورڇ تہ ايئن ٿيندي آهي، جو ڪنهن کي ٻڪ تہ ڪنهن کي ڏيۡ ڪنهن کي ٿورو تہ ڪنهن کي گهڻو ڪنهن کي ڏڪا تہ ڪنهن کي ٺاپا!!"

***

## ڏڪا تہ نہ ڏي!

هڪ ڏينهن وتايو فقير خدا تعاليٰ کان دعا گهري رهيو هو ۽ هٿ مٿي کڻي، سوال ڪندو پوئتي هٽندو پئي ويو. پٺيان وڏو بنڊ پيل هو جنهن جي کيس خبر ئي ڪانہ هئي، سو هو پوئتي هٽندي هٽندي اوچتو وڃي انهيءَ بنڊ سان لڳي ٺاپڙجي ڪريو. يڪدم اُٿي مٿي نهاري چيائين: "کڻي دعا نہ ٻڌ، پر ڏڪا تہ نہ ڏي."

***

## وتايو ۽ حلوائي

هڪ ڀيري وتايو فقير هڪ حلوائيءَ جي دڪان پرسان اچي لنگهيو. ڏٺائين تہ قسمين قسمين مٺاين جا ٿالهہ پريا پيا آهن، پر حلوائي ماٺ ڪريو ويٺو مٺائيءَ مٿان مکيون تڙي. هن ڇا ڪيو جو آڳر وڏائي حلوائيءَ جي اکين ۾ هٽڻ لڳو.

حلوائيءَ چيس: "فقير اهو ڇا ٿو ڪرين؟"

فقير ذري گهٽ حيران ٿيندي پڇيس: "سچو آهين ڇا؟"

دڪاندار چيو: "تہ ڇا توکي انڌو پيو ڏسڻ ۾ اچان؟!"

ان تي وتائي چيو: "يلا جي سچو آهين تہ پوءِ هيترا مال ڏسيو ماٺ ڪيو ڪيئن ويٺو آهين؟"

دڪاندار جواب ڏنس: "جيڪڏهن اهي ويٺو کائوان تہ گهر تباهہ ٿي وڃيم!"

تنهن تي وتائي فقير هڪدم وراڻيس: ”چڱو تون اُٿي، آءٌ ٿو کانوان، پوءِ پلي منهنجو گهر تباهہ ٿئي!

***

## ڇُٽي پيو سومهڻيءَ جي نماز کان

ڳوٺ ۾ ڪچهري متل هئي، وتايو سيٺي کي ونڊرايو ويٺو هو. ايتري ۾ هڪ همراهہ آيو اچڻ شرط فقير کي چيائين: ”فقير پاڻ واري يار آچر، اجهو هينئر هينئر دم ڏٺيءَ حوالي ڪيو آهي. ير، چا تہ نيڪ نمازي مڙس هو. ادا بس اڳتي بہ اهڙن ماڻهن جي گهرج آهي.“

فقير ڪچهريءَ واري ترنگ ۾ هو سو کلي چيائين: ”ادا، آچر فقير واقعي هيو مڙس مومن، پر گوڏن جي سور جي ڪري سدائين سومهڻيءَ جي نماز جي پيو دانهن ڪندو هو، سو چڱو جو سج لٿي بعد سُتَتُ دم پرواز ٿيس. ڇُٽي پيو سومهڻيءَ جي نماز کان.“

***

## ڏٺيءَ جي ياد

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪيڏانهن ويو پئي ۽ واٽ سان ”لا اِلہ اِلا اللهُ “ جو ذڪر ڪندي پئي ويو. پريان ڪي ماڻهو پئي آيا، سي فقير جي ويجهو پهتا تہ هنن سندس ذڪر ٻڌي سمجهيو تہ، هي ڪو درويش آهي، انهن مان هڪ شخص کيسي مان روپيو ڪڍي فقير کي ڏنو. فقير رپيو وٺي رکيو کيسي ۾ ۽ پنهجي ترنگ ۾ اوچتو اچي دل ۾ خيال ٿيس تہ هن رپئي جو اَنُ وٺان يا ماءُ لاءِ جُتي ۽ ڪپڙا! انهيءَ خيال ۾ کانئس ذڪر وسري ويو ۽ اچي ڳڻتيءَ ورايس. ڪنهن گهڙي سوچيائين تہ هن رپئي تہ مون کان الله جو نالو ئي وساررائي ڇڏيائين، سو رپيو کيسي مان ڪڍي اڇلي ڇڏيائين ۽ چوڻ لڳو: ”هن هڪ رپئي مون کي هيڏن وسوسن ۾ ڪٽي وڌو، تہ پوءِ جن وٽ اڻ مئي دولت آهي، سي ڪيئن ڪندا هوندا!“

***

## سچاٽپ

هڪ ڀيري وتايو فقير هڪ اهڙي شهر ۾ وڃي نڪتو جتي سندس ڪا ڄاڻ سڃاڻ نہ هئي. رات جو مسافرخاني ۾ وڃي ٽڪيو اتفاق اهڙو ٿيو جو اُتي بيمار ٿي پيو ۽ مسافرخاني جي ڪنڊ ۾ پئجي رهيو ۽ سندس بيماري وڌندي ويئي، ايتري تائين جو مٿس غشي طاري ٿي ويئي. ماڻهن ڪيس انهيءَ حالت ۾ ڏٺو تہ تبصرا ڪري هڪٻئي کي چوڻ لڳا: ”ويچارو مرڻ ڪنڌيءَ تي آهي، هتي شايد ڪو مِٽُ مائٽ ڪونہ اٿس، تڏهن تہ مسافر خاني ۾ پيو آهي، ۽ اها خبر بہ ناهي تہ هندو آهي الاءِ جي مسلمان! جي مري تہ ڪهڙي پَر ڪجيس!“ وتائي فقير جڏهن ماڻهن جي واتان اهو ٻڌو تہ هڪدم ٽپ ڏيئي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ چيائين: ”هتي مرڻ مناسب ناهي! مرنداسون اُتي جتي ڪو سڃاڻندو تہ هجي.“

***

## گڏهہ ۽ ڏيگي

وتائي فقير وٽ گهر ۾ جيڪر ڪا موڙي هئي تہ فقط هڪ ڏيگي. هو ڀاڙي مان ڀَتي سٽي ڪيس روز گاهہ آڻي وجهندو هو. اتفاق سان هڪ گڏهہ اچي هريو ۽ روزانو ڏيگيءَ جو گاهہ کائي ٿي ويو. فقير ان کي هڪلي هڪلي بيزار ٿي پيو. هڪ ڏينهن گهڻو بيزار ٿيو تہ رب پاڪ کي سوال ڪيائين: ”ڏٽي منهنجا! هن گڏهہ کي مار! روز منهنجي ڳتونءَ جو گاهہ کايو ٿو وڃي.“ صبح جو اٿي ڏسي تہ سندس ڏيگي مئي پئي آهي. يڪدم گهران نڪتو ۽ وڃي هڪ انڌي کي وٽي آيو. انڌي کي آڻي مئل ڏيگيءَ لڳ وهاري چوڻ لڳس، ”ادا هٿ لاءِ پوڙي ڏيمر تہ هي ساهوارو ڪهڙو آهي.“ انڌي هٿ لائي چيس: ”فقير هيءَ تہ ڏيگي آهي.“ ان تي ڪنڌ مٿي ڪري چيائين: ”انڌو بہ سمجهي ٿو تہ هي گڏهہ نہ ڏيگي آهي. وڏيڪ توکي ڇا چوان.“

***

## کھڙي ٿھار جو نالو ورتو اٿئي

هڪ ڀيري وتايو فقير درياءَ جي ڀيءَ پر وڃڻ لاءِ ٻيڙيءَ تي اچي ويٺو. جڏهن ٻيڙي پرجي ويئي تہ مهاڻي الله جو نالو وٺي ٻيڙي ڇوڙي، وتايو ٽپ ڏيئي لهي پيو ۽ چيائين: ”کهڙي ٿھار جو نالو ورتو اٿئي!“انهيءَ تي ٻيڙيءَ ۾ ويٺلن مان بہ جيڻا ٻيا بہ لهي پيا. ٻيڙي اڳتي هلي، جڏهن وچ سير تي پهتي تہ خدا جي قهر سان اوچتو ئي اوچتو اونڌي ٿي پئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ٻيڙي ٻڏي ويئي.

***

## پهتا وتائي تائين مس آهيو

هڪ ڀيري وتائي کي درياءَ پار وڃڻو هو اچي پتڻ تي پهتو پر ٻيڙي ڪجهہ وقت آڳ روانی ٿي چڪي هئي. ڪا گهڙي ٿي تہ بہ ٻيا همراهہ بہ اچي پهتا. وتائي کي چوڻ لڳا: فقير ٻيڙي رواني ٿي چڪي، ڪا واهر ڪر.“ وتائي فقير هڪ هٿ هڪڙي جي ڪن ۾ ۽ ٻيو هٿ ٻئي جي ڪن ۾ وڌو ۽ چيائين: ”توهين ’وتايو وتايو‘ چوندا هلو!“ هو ساڻس گڏ ’وتايو تايو‘ چوندا هليا. جڏهن وچ سير ۾ پهتا تہ هنن سوچيو تہ اسين گهڙي کن ماٺ ڪري ٻڏون تہ فقير پاڻ ڇا ٿو چوي. اهو سوچي هنن ڪٽي ماٺ ڪئي ۽ ٻڏائون تہ فقير ”الله الله“ ڪندو پيو هلي. هنن سوچيو تہ اسين ڇو ’وتايو وتايو‘ ڪريون، الله الله ڇو نہ چئون. اهو سوچي هو بہ الله الله ڪرڻ لڳا، سو اچي ٻڏڻ لڳا. وتائي فقير ٻنهي کي هڪ چماٽ پري هڻي ۽ چيائين: ”پهتا اجا وتائي تائين ئي مس آهيو تڪڙو الله کي ٿا رسو.“

***

## امان جي وس

هڪ ڀيري گهٽي زور پرڻ تي وتايو فقير ڳوٺ جي سنگتين سان گڏ ڪنهن مولويءَ جو واعظ ٻڌڻ ويو. مولوي چئي رهيو هو تہ، هر هڪ ڪم الله جي وس آهي، ان جي حڪم کان سواءِ ڪک بہ نٿو چري، ان

تي وتائي فقير کلي ڏنو. سنگتين پڇيس: ”فقير ڇو پيو کلين؟“ چيائين: ”ملان جيڪو چوي پيو اهو سڀ سچ آهي، ته هر ڪا ڳالهه رب جي وس آهي، پر ٻه ڳالهيون امان جي وس ۾ به آهن!“ سنگتين حيران ٿي پڇيس: ”اهي ڪهڙيون؟
چيائين: ”وٺيس ته پٽ رڏي ۽ وٺيس ته ماني پچائي!“

***

## ڏئي ٿو پر ڪنگهائي

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ ڏينهن فقير کي اچي خيال ويٺو ته ماڻهو چون ٿا ته، خدا رازق آهي ۽ اهوئي هر حال ۾ رزق ڏي ٿو. سو آئون به آزمودو وٺان ته واقعي اها ڳالهه سچي به آهي يا مڙئي هُلائي وئي آهي!

اهو خيال ڪري ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو ۽ هڪ واهه جي ڪناري ڪنهن هڪ وڻ تي چڙهي وڃي ويٺو. انهيءَ حالت ۾ ڪيس ٻه ڏينهن گذري ويا، پر ڪٿان ڪو مانيءَ ڳيو ڪونه مليس. ٽئين ڏينهن ڪو رئيس شڪار لاءِ نڪتو هو، سو ان وڻ جي ڇانوَ ۾ اچي منزل انداز ٿيو جنهن تي وتايو ويٺو هو. رئيس جا ماڻهو رڌ پچاءَ کي لڳي ويا. جڏهن ماني رڌجي تيار ٿي ته، رئيس نوڪرن کي حڪم ڏنو ته، ”پهرين ٿالهي ڪنهن کي خدا ڪارڻ کارائي اچو.“

وتائي فقير ڏٺو ته هاڻي جيڪڏهن مٿان ٿو ڪريان ته بک ٿو مران، سو وڏي زور سان ڪنگهيائين. رئيس جو وڻ تان ڪنگهڪار ٻڌي، ته مٿي ڪنڌ کڻي ڏٺائين. ڏسي ته ڪو همراهه وڻ تي ويٺو آهي. ڪيس ڏسي چيائين:.”ادا هيٺ لهي آءُ ۽ اچي هي پلاءُ کائج! فقير وڻ تان لهي آيو ۽ پيٽ کائي ڳوٺ موٽيو. ڳوٺ پهچڻ تي ماڻهن پڇيس: ”فقير ڏي خبر، ٻه ٽي ڏينهن ڪيڏانهن ويو هئين؟“

چيائين ته ٻڌو هئم ته خدا رازق آهي، ۽ هر هنڌ رزق جو بندوبست ٿو ڪري، سو ان جو آزمودو وٺڻ ويو هوس.“ ماڻهن حيران ٿي پڇيس: ”پوءِ ڇا ٿيو؟“ جواب ڏنائين: ”ها، ڏٺي هر حال ۾ ڏئي ٿو پر ڏئي ڪنگهائي ٿو.“

***

## وڏيڪ ڇا چوانءِ!

هڪ ڀيري وتائي فقير کي ڪيڏانهن ڏور سفر تي وڃڻ جو خيال ٿيو. سوچيائين ته ايترو پنڌ ڪري ڪونه سگهندس، ان ڪري سفر لاءِ ڪا سواري هٿ ڪريان ۽ ان تي چڙهي سفر سولو ڪريان. اهو سوچي سڄي ڳوٺ ۾ ماڻهن کي سوال ڪيائين، پر ڪنهن به ويچاري کي چڙهيءَ لاءِ وهٽ نه ڏنو. نيٺ مايوس ٿي گهر ڏانهن موٽيو. اتفاق سان گس ۾ هڪ ماڻهو گڏيس جيڪو گڏھ تي وڃي رهيو هو. ان کي سوال ڪيائين: "پيلي مونکي ضروري ڪم سان وڃڻو آهي، پنڌ گهڻو پري آهي ۽ پيادل هلڻ جي همت ڪانه اٿم. ان ڪري مهرباني ڪري ڏينهن ٻن لاءِ گڏھ ڏينم ته ڪم لاهي اچان." ان شخص کي روح ۾ رحم پيو سو کيس چيائين: "فقير مون وٽ جيڪي آهي، سو حاضر آهي، تون پلي ڪاهي وڃ."

وتايو فقير ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کانئس گڏھ وٺي ان تي چڙهيو ۽ جڏهن ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو ته سوچيائين، لڪڻ هٿانس ته جيئن تڪڙو پهچان. اهو سوچي گڏھ کي لڪڻ هنيائين ته گڏھ ڪٽي فقير کي ڪُڏايو ۽ فقير ويچاري اچي پٽ تي ڦهڪو ڪيو. ڪپڙا ڇنڊي اُٿيو ۽ گڏھ کي چوڻ لڳو: "جيڪي چوڻو هو سو تون اڳ ئي آهين، وڏيڪ ڇا چوانءِ؟"

***

## منهنجا به لاهه نڪري وڃن ها

هڪ دفعي وتايو فقير ڪيڏانهن وڃي رهيو هو ته واٽ تي سڄ لهي ويس. وٽس کيسي ۾ هڪ رپيو پيو هو ان ڪري ڊپ اچي ٿيس ته متان ڦورو ڦري وڃن ۽ جي پئسا ساڻ هوندا ته جان جو به ڊپ آهي، ان ڪري اهڙي شيءِ ساڻ نه هجي ته چڱو. اهو سوچي رپيو کيسي مان ڪڍي هڪ ڪرڙ جي پاڙ ۾ اڇلائي ڇڏيائين ۽ پاڻ اڳتي هليو ويو. صبح جو ڪو ڏنار مال ڪاهي اچي اتان لنگهيو ۽ ان جي نظر

وجي ڪا ربئي تي پئي. ڪرڙ ۾ روپيو ڏسي سمجهيائين ته پڪ هتي ڪو خزانو لڪل هوندو سو ڪهاڙي کڻي سڄو ڪرڙ وڍي ڇڏيائين. بلڪ ڊوڙندو گهران ڪوڏر کڻي آيو ۽ ان جون پاڙون به ڪڍي ڇڏيائين.

وتايو فقير ٻئي ڏينهن ڪان پوءِ ڳوٺ ڏانهن موٽيو ته سوچيائين: ڏسان ته ڪرڙ وٽ رپيو پيو آهي. جڏهن اتي پهتو ته رڙ نڪري ويس. چيائين: ”وڃ! ڪرڙ جو وڻ ته ڪونهي، پر اتي ته مورڳو کڏ لڳي پئي آهي، ڪنهن ڪرڙ جون پاڙون به ڪڍي ڇڏيون آهن.“ حيران ٿي پڇڪيو: ”چڱو ٿيو جو رپيو اڇلائي ڇڏيم، نه ته منهنجا به ان ڪرڙ وانگر لاهه نڪري وڃن ها!!“

***

## آءُ ڪٿي ڪانوان!

هڪ دفعي وتائي فقير کي ٻني پوکائڻ جو خيال ٿيو ڪجهه همراهن کي ونگار وهڻ لاءِ چيائين. جيڪي جوڙا (ڏاند) وٺي آيا ۽ فقير کي سموري زمين کيڙي ڏنائون. جڏهن انهن ٻني کيڙي بس ڪئي ته، فقير کي چيائونس: ”فقير تنهنجي زمين ۾ ڪم پڄاڻيءَ تي پهتو هاڻي پت ڪارا ته گهر پيڙا ٿيون!“

اهو ٻڌي وتايو فقير اچي روئڻ لڳو. ونگار وارن پڇيس: ”فقير روئين ڇو ٿو؟“ چيائين: ”ادا روئان ان ڪري ٿو ته، اوهين ته وڃي پنهنجي پنهنجي گهر کائيندؤ آئون ڪٿي کائيندس.“

***

## ملان تنهنجي مهرباني

هڪ سال وتائي فقير رمضان شريف ۾ جمعي جو روزو رکيو. شام ٿي، نماز پڙهڻ ۽ روزي کولڻ لاءِ مسجد ۾ آيو. جڏهن روزي کولڻ جو وقت ٿيو ته ملان فقير اڳيان دال جو ٻوڙ ۽ جوئر جي ماني آڻي رکي ۽ جيڪي آسودا نظر آيس، تن جي اڳيان ٻوڙ پلاءَ آڻي رکيائين. اتفاق سان ٻن جڻن جو گوشت جي ٻوڙ تان جهيڙو ٿي پيو.

هڪ چيو: ”تو گهران پٽاٽا آندا آهن، اهي ڇو نٿو کائين؟“ پٽي چيو ”جي گوشت کاڌم ته ڇا ٿيو؟ تنهنجو نفس گوشت کائڻ لاءِ ڇوي ٿو ۽ منهنجو نه؟“ ٻنهي ۾ جهيڙو وڌي ويو ۽ هڪٻئي کي ڏاڍو گهٽ وڌ ڳالهايائون. نيٺ ماڻهن وچ ۾ پئي جهيڙي کي ٽاريو. فقير جو اها حالت ڏٺي، سو اٿي ملان وٽ ويو ۽ ان کي چيائين: ”توکي شابس هجي، جو مون کي گوشت جو ٻوڙ نه ڏنئي، نه ته منهنجو نفس به هري پوي ها ۽ آءُ روز پيو اچان ها ۽ اهڙا جهيڙا پيو ڏسان ها.“

***

## تمام تکو گهوڙو

هڪ دفعي ڳوٺ جي هڪڙي زميندار گهوڙو خريد ڪيو ان کي ڏسڻ جي لاءِ ڪيترائي ماڻهو زميندار جي گهر پهتا. انهن ۾ وتايو فقير به موجود هو. زميندار اوطاق ۾ آيلن کي مخاطب ٿي چيو: ”مون هيءُ گهوڙو هڪ سؤ رپين ۾ خريد ڪيو آهي، پلي نسل جو آهي ۽ ڏاڍو تکو آهي.“ ماڻهن چيس: ”اوهان هن تي سواري ڪريو ته اسين ڏسون.“ زميندار جواب ڏنو: ”اڄ هن کي آرام ڪرڻ ڏيو. سڀاڻي صبح جو سوير آئون هن تي سواري ڪندس، اوهان اچي ڏسجو!“

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير ڳوٺ جا ڪيترائي ماڻهو ۽ وتايو فقير زميندار جي اوطاق تي پهچي ويا. زميندار کي جڏهن ماڻهن جي اچڻ جي خبر پئي ته ٻاهر نڪري آيو. ان وقت سندس اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا. هن گنڀير آواز ۾ چيو: ”منهنجو پلو گهوڙو رات مري ويو.“

وتائي فقير چيو ”وڏيرا مري ويو نه ڇڱو، ڇڱو ته هو تمام تکو هو جو هڪ ئي رات ۾ هن جهان کان هن جهان تائين وڃي پهتو.“

***

## گڏهه جي تصوير

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪنهن تلاءَ ۾ وهنجي رهيو هو. هن ڪپڙا لاهي تلاءَ جي ڪپ تي رکيا هئا. هڪڙي حرڪتيءَ ڇا ڪيو جو فقير

کي چيڙائڻ لاءِ هن جي قميص اڳيان ڪوئلي سان گڏهه جي تصوير ٺاهي ڇڏيائين. فقير جڏهن وهنجي ٻاهر نڪتو ڪپڙا پاتائين ته ڪيس قميص تي اڳيان گڏهه جي تصوير نظر آئي، ويجهڙائي ۾ ڪيترائي ماڻهو ويٺل هئا، جي کلڻ لڳا. وتايو فقير ڳالهه سمجهي ويو وڏي واڪي چيائين: ”اڙي، ڪهڙي گڏهه منهنجي قميص سان منهن اُگهيو آهي.“ مڙن کٽي ماٺ ڪئي.

❊❊❊

## ڇيومانءِ ته سواري ڪراءِ

وتايو فقير ڪنهن سفر تي نڪتو پنڌ جي تڪليف کان الله سائينءَ کي سوال ڪيائين: ”اي منهنجا موليٰ! اڄ ته ڪا سواري ڏيار ته چڙهانس.“ ڪجهه پنڌ پئي اڳتي وڌيو اتفاق اهڙو ٿيو ته گس تي هڪ پوليس واري جي گهوڙي ويامي پئي هئي، سو ٻه ڪو انهيءَ تاڙ ۾ هو ته ڪو ماڻهو اچي ته ڦر کڻايانس، تنهن جو فقير کي ايندي ڏٺو ته سڏي چيائينس: ”اڙي هيڏي اچ! هيءَ ڦر کڻ!“ فقير ويچارو ماٺ ڪري ڦر کڻي اٿي هليو. تان جو ٿاڻي تي آڻي ڦر کي لاٿائين. جڏهن ٿاڻي کان ٻاهر نڪتو تڏهن کلي خدا پاڪ کي چيائين: ”سُٺين ٿو پر سمجهين ڪونه ٿو. مون تو کي چيو ته، گهوڙو ڏيار ته آءٌ چڙهانس يا مون تي گهوڙي کي سوار ڪرا“

❊❊❊

## چئو ته لچن کي پاڻ ٿو لڪائي

هڪ دفعي وتائي فقير جو دلو ڪو شاهينگ کڻي ويو. فقير چيا ڪيو جو مسجد ۾ ويو ۽ ٺاهوڪو دلو ڏسي وجي کنيائين. ملي چيس: ”فقير هي ڇا ٿو ڪرين؟“ فقير چيو: دلو ڪپيمه سو ٻئي هنڌان کڻندس ته هنن کي خبر پئجي ويندي ۽ چور ڪري کٽي ٻڌندمه، تنهن ڪري هتان کنيو ٿو وڃان، جو هن کي خبر نڪا چار ٻي اونو هليو ويندس! ملان چيو: ”نه فقير نه، تون ڀليو آهين، هو ته عالم الغيب آهي، سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو.“ وتائي چيو: ”هان، سڀ خبر

پوِيس ٿي؟ تڏهن چئبو تہ، لچن کي پناهہ پاڻ ٿو ڏئي، ۽ هٿ وٺي اسان جي ٻيڙي ٿو ٻوڙائي.“

***

## ڏُڪار

هڪ دفعي ملڪ ۾ اچي ڏڪار پيو ماڻهو مڙي وتائي فقير وٽ آيا. چيائونس: فقير دعا گهر تہ هيءَ مصيبت ٽري! جواب ڏنائين: ابا اوهان کي ڪهڙي ڪس، خرچ تہ آخر سندس ئي وڌيو.

***

## سوئيون

ڳالهہ ڪندا آهن تہ وتائي فقير کي سيوئيون گهڻيون وڻنديون هيون. هڪ ڏينهن خدا کي سوال ڪيائين: ڏاڍي منهنجا! اڄ منهنجو هڪڙو نماڻو سوال تہ اگهاءِ، رمضان جي عيد پئي اچي، ماڻهو اجهو ٿا سويون رڌين، جڏهن رڌي بس ڪن تہ سڀ مري وڃن، آءٌ ۽ امان وڃي سڀ سويون ميڙي گهر کڻي اچون. جڏهن سڀ سويون گهر ۾ اچي وڃن، تڏهن امان بہ مري وڃي، بس مان هجان ۽ سوئيون هجن، پيو مڙئي خير!

***

## آيرو!

هڪ دفعي وتايو فقير ڪنهن ايري گهوڙي تي چڙهيو پئي ويو. اڳيان هڪ شخص پڇيس: ”فقير تنهنجي گهوڙي کي ڇا ٿيو آهي؟ جو تمام ايرو ٿي ويو آهي؟ داڻو پاڻي ڪونہ ٿو مليس ڇا؟“وتائي فقير ورندي ڏنس: ”داڻو تہ مون وٽ آهي ئي ڪونہ، اهو تہ آهي الله وٽ، سو نٿو ڏيئس. ڳاهہ ڪرڻ جي وسعت وري مون ۾ بہ ڪانهي. ويتر منهنجو گهوڙو بہ آهي خار باز سو پاڻي پيئڻ پاڻ بہ ڇڏي ڏنو اٿائين، سو اهڙا حال تڏهن ٿيا اٿس.“

***

## شاديءَ جو ڪاڄ

وتائي فقير جي ڳوٺ جي ڀر واري ڳوٺ ۾ ڪا شادي هئي، دهلن دمامن جون ڌمون ۽ آلاپن جون الولايون لڳيون پيون هيون. فقير به پنهنجي غريباڻيءَ پوشاڪ ۾ سڏو چني ۾ هليو ويو. هيڏانهن هوڏانهن گهٽو ئي نهاريائين، پر ڪنهن رُڪي صلاح به ڪانه ڪيس. ڀيا جيڪي ڪپڙي لٽي ۾ سرس هئا، تن کي ڪامڙين وٺي عزت سان پٺي ويهاريو ۽ ڪين ڏوَ ٿي ماني ٽڪي پٺي ڪارائي. فقير ويهي ويهي نيٺ اُٿيو ۽ هڪ ڪٿيءَ وٽ آيو. ان کان مسواڙ تي ڪپڙا وٺي پائي، ڏاڍي ٺاٺ سان اچي چني ۾ گهڙيو. ماڻهو ڊوڙي آيا ۽ وٺي آٽي باعزت ويهارياٺونس. يڪدم ٻوڙ پلاءُ اچي ويا ۽ فقير جي اڳيان رکجي ويا. فقير ڪپڙن ۾ هٿ وجهي، انهن کي پيو چوي: "ڪاٺوڪاٺوا" ماڻهن چيس: "ادا، چريوآهين ڇا؟" جواب ڏناٺين: "سوير غريباڻن ڪپڙن ۾ اچي ويٺس ته ڪنهن ڪنگهيو به ڪونه. هينئر جڏهن هي نوان ڪپڙا پائي آيو آهيان، تڏهن سڀ ڪا خوشامد پئي ٿئي. هي مانُ ۽ عزت ڪپڙن کي مليو آهي، مون کي نه. مون کي ماني ملي ها ته اڳ ۾ ئي ملي ها. انهيءَ ڪري هنن کي پيو چوان ته توهان جي ڪري مانُ ۽ ماني ملي آهي، سو توهان ئي کائو!!"

***

## هاڻ وينا تورين

هڪ ڏينهن ڪنهن ملان وعظ پئي ڪيو ته، هميشه وڏو پٿر کڻي ان سان وٽ چيٺجي، ڇو ته اِهي وَٽ وارا پٿر ملائڪ توريندا ۽ انهيءَ وزن جو ثواب ملندو. وتايو فقير اها ڳالهه ٻڌي اُٿي هليو هلندي هلندي وڃي هڪ جبل تي چڙهيو ۽ اتي پيشاب ڪري جبل سان وَٽ چيٺي چيائين: "هاڻ ڀلي ته ملائڪ ڀيا سڄو جبل تورين."

***

## مرڏو

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڳهڙان ماءُ سان ڪاوڙجي نڪتو. چيائين: "بس آءٌ هاڻ مري ٿو وڃان." پنڌ اتان نڪري اچي مقام ۾ ويهي رهيو. اوچتو هڪ ڏاند گاڏي اچي اتان لنگهي. اڳيان گپ هئي، تنهن ڪري ان ۾ ڦاسي پئي. گاڏيءَ واري ويچاري گهڻا ئي حيلا هلايا، پر گاڏي نڪري نه سگهي. هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين ته وتائي فقير کي پريان مقام ۾ ليٽيل ڏٺائين. سڏ ڪري چيائينس: درويش مون کي گاڏي ڪڍائڻ ۾ ته اچي مدد ڪر! فقير ٻڌي ئي چيس: "ادا آءٌ پاڻ مئو پيو آهيان، نه ته جيڪر تنهنجي واهر ڪريان ها!"

***

## زال/ ماءُ

هڪ دفعي وتائي فقير جي ماءُ سخت بيمار ٿي پيئي، سو سندس پرسان ويهي روئڻ لڳو. هڪ ٻي پاڙي واري ڪراڙي آئي ۽ چوڻ لڳي: "اهو موت سڀ ڪنهن جي مٿان اچڻو آهي. ڪوبه ڪائنس بچندو ڪونه. بس، الله جو حڪم آهي. سو هر ڪنهن تي موت برحق آهي." فقير رئندي چيو: "امڙ ئي منهنجو سڀ ڪجهه هئي، هاڻ آءٌ ڪيئن ڪندس." تڏهن ٻي ويٺل مائين وراڻي ڏني: "اسين جو ويٺيون آهيون." هڪ چيو: "ابا مون کي پنهنجي ماءُ سمجهه!"

وتائي فقير چيو: "جڏهن پاڙي واري خميسي جي زال هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. تڏهن اٿين ڪنهن ڪونه چيس ته، "خميسا! ڇو ٿو روئين؟ مون کي مئل واريءَ جي جاءِ تي سمجهه! ڪيتريون مڙسن سوا موجود آهن ۽ وانڍيون ويٺيون آهن."

***

## ناٹو

هڪ ڏينهن وتايو فقير پنڌ ڪندي ڪندي وڃي درياءَ جي ڪپ تي پهتو. رستي ۾ ڪا به آبادي ڪانه ڏٺائين. پري ڪان درياءَ ۾ هڪ

پيڙي ڏناٿين، سو مهاڻي کي خدا جا نالا وڏائين، وڏي واڪي سڏ ڪيائينس، پر مهاڻي فقير ڏانهن نهاريو به ڪونه. جڏهن سمجهيائين ته خيراتي ڪونه ڪڍندو، تڏهن ڪيسي مان رپيو ڪڍي ڏيکاريائينس. ميربحر پيڙي موڙائي ڪناري تي آڻي فقير کي پيڙيءَ ۾ ڪنيائين. فقير رپئي ڏيڻ مهل چيس: "رپئي ۾ ڪيڏي حڪمت رکيل آهي، تڏهن ته چوندا آهن ته، "ناڻو نِرَ نوائي ٿو چڙهي."

***

## گلڻ واڍو

وتايو فقير پاڙي واري واڍي ڏانهن پيو پيرا ڪندو هو ۽ عاجزيءَ سان عرض ڪندو هيس: "پاڻ گلڻ! مون کي ڪٽ ٺهرائڻي آهي، سو هل هلي ڪٽ ٺاهي ڏي." گلڻ واڍو هر ڀيري فقير کي چوندو هو: "هن وقت آءٌ واندو ڪو نه آهيان، ڏسين ڪونه ٿو ته ڪيترا ماڻهو اجان ويٺا آهن. پهرين هنن جو ڪم ٿيئي، پوءِ تنهنجو."

الله جي قدرت، ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ اهو واڍو گلڻ گذاري ويو. ڪاندي سندس جنازو کڻيو قبرستان ڏانهن پئي ويا ته، وتايو ان وقت ڪٿان سفر تان ڳوٺ موٽيو پئي آيو. هن جي مقام ڏانهن ايندڙ جنازي تي نظر پئي ته جنازي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڊوڙي اچي پهتو. ڪنهن ڪانديءَ کان پڇيائين "ادا ڏيو خبر ڪير گذاري ويو آهي؟" ماڻهن چيس: پاڻ وارو گلڻ واڍو گذاري ويو." وتائي فقير ڪاندين کي چيو: "ڪٽ کي ته ڪا گهڙي پٽ تي رکو ته آخري ديدار ڪيانس." ڪفن جو ڪپڙو هٽائي آهستي ڪن لڳ چيائين: "ادا گلڻ! اڄ ته واندو آهين، هلي منهنجي ڪٽ ٺاهه."

***

## گڏهه نيٺ گڏهه نڪتو

وتائي فقير پئسن جي تنگيءَ ڪري سوچيو ته، گڏهه جو ڏارو ۽ گاهه هوريان هوريان گهٽ ڪريان. اهو سوچي هن انهيءَ ڏينهن کان گڏهه جي ڏاري ۽ گاهه ۾ ڪمي ڪرڻ شروع ڪئي، پوءِ گڏهه کي پڌل

چڙي فقير ڪيڏانهن نڪري ويو. پوئيان گڏھ ويچاري ڪي نہ گاھہ مليو ۽ نہ ڏارو، سو مري ويو!

ڪو همراھہ اتان اچي اُتان لنگهيو. هن ڏٺو تہ گڏھ بکن ۾ پاھہ پڏي پڏي مري پيو آهي، سو ان کي مٿل ڏسي وتائي کي ڳولي هٿ ڪيائين ۽ چيائينس: "فقير بي زبان تي ڪهل ڪانہ پئي تنهنجو گڏھ تہ بک وگهي مري ويو. تون وتين ٿو بي اُلڪو ڦرندو." وتائي وراڻيس: "ادا، گڏھ نيٺ گڏھ نڪتو ان وقت مئو آهي، جڏهن هو بک جو عادي بڻجي چڪو هو!"

***

## سلوڪ

هڪ دفعي وتايو فقير ڪنهن ڳوٺ ۾ پهتو ۽ اتان جي ماڻهن کي سڏي چيائين: "مون لاءِ هڪدم مانيءَ جو بندوبست ڪريو نہ تہ اوهان سان اهو ئي سلوڪ ڪندس، جيڪو اڳئين ڳوٺ وارن سان ڪيو اٿم!"

فقير جي اهڙي ڌمڪي پڏي ماڻهن ڊپ کان فقير لاءِ عمدا کاڌا تيار ڪرايا. جڏهن کائي خوش ٿيو تہ ڳوٺ وارن پڇيس: "فقير سائين، اوهان اڳئين ڳوٺ وارن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو هو؟" وتائي فقير وراڻيو: "مون انهن کان ماني گهري، پر هنن نہ ڏني ۽ آءٌ ماٺ ڪري هليو آيس. جيڪڏهن اوهين بہ ماني نہ کارايو ها تہ، آءٌ هتان بہ چپ چاپ پئي پاسي نڪري وڃان ها!"

***

## گڏھ جي ڳالھہ تي اعتبار ڪيئي منهنجيءَ تي نہ!

ڳالھہ ڪندا آهن تہ، ڪو همراھہ وتائي کان گڏھ وٺڻ آئيو. سندس لوڙهي ٻاهران بيهي فقير کي سڏ ڪيائين. فقير گهران نڪري اچي ساڻس مليو. هن فقير کان ڪنهن ضرورت تحت گڏھ جي گهر ڪئي. فقير چيس: "ادا، گڏھ تہ ڪو پيو سوالي ڪاهي ويو."

ايتري ۾ فقير جي لوڙهي سان لڳو لڳ ٻئي ڳهران گڏھ هينگ ڪئي، تنهن تي همراھ چيس: ”فقير، گڏھ هينگون ڪري پيو ٻڌائي، تہ مان گهر ٻڌو پيو آهيان.“

وتائي وراڻيو: ”ادا افسوس آهي گڏھ تي اعتبار ڪيئي، مون تي نہ.

***

## چوي سڀ ڪو ٿوم ڏئي ڪو ڪونہ ٿو

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڳوٺ کان سنبري سفر لاءِ نڪتو. جڏهن ڳوٺ جي هڪ اوطاق کان مٿيو تہ، اوطاق ۾ مٽل ڪچهريءَ وارن کيس ڏٺو سو سڏي کٽي وچ ۾ وهاريائونس.

ٻن همراهن مٿس زور ڀريو تہ، فقير اڄ تہ توکان سچي ڪرائبي تہ، آخر تون شادي ڇو نہ ٿو ڪرين. جڏهن ٽا کٽي پڇئون تہ ورندي ساڳي ٿو ڏين تہ، ادا نيٺ ڪبي! اڄ کٽي سچ ٻڌاءِ تہ شادي ڪڏهن ڪندين!

وتائي وراڻيو: ”ادا ڇڏيو ان ڳالھ کي.“ پر مڙس مڙڻ جا ڪتي.

چيائون: ”فقير اڄ ڳالھ پڌري ڪر، ڇڏبئي اصل ڪونہ.“

وتائي وراڻيو: ”ادا جي گهڻو زور ٿا رکو تہ دل ۾ بہ نہ ڪجھ اصل ڳالھ اها آهي تہ، چئي تہ هر ڪو ٿو تہ فقير شادي ڇو نہ ٿو ڪرين؟ پر ڏئي تہ ڪو بہ ڪونہ ٿو.“

***

## ملن جون ٻانگون ۽ امان جون ليئون

ستاويهن رمضان جي ڀلاري ڏهاڙي جي موقعي تي وتائي فقير ماءُ کي چيو: ”امڙ اڄ روزو رکبو جو ڀلاري مهيني جو ڀلارو ڏينهن آهي، پر روزو شام جو مسجد ۾ ٻين مسلمان ڀائرن سان گڏ وچي کولبو جيئن ججهو ثواب بہ ملي تہ سيون بہ جام ملن.“ فقير ويچارو سئين جو ڏاڍو شوقين هوندو هو سو ماءُ چيس: ”ابا ائين مسجد ۾ هٿين خالي وڃڻ سهي ناهي. روزي کلڻ وقت مان بہ توکي سيون پچائي ڏينديس تہ وڃي ٻين مسلمان ڀائرن سان گڏجي کائجانءِ.“

وتائي وراڻيو: ”امڙ جيڪا تنهنجي مرضي“.

پوءِ جڏهن روزي کلڻ جو وقت ويجهو آيو تہ ماءُ کي تڪڙ لائي ڏنائين تہ امڙ جلد ڪر، سيون تيار ڪري ڏي تہ وڃي مهل سان مسجد ۾ پڄان. ماڻس بہ گهڻي ئي تڪڙ ڪئي، پاڻي اپرڻ لڳو تہ ماڻس سيون وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اوچتو ڪنهن مسجد مان بانگ جو آواز آيو. ماڻس هٿ روڪي دعا لاءِ هٿ جهليو. ان ملان بانگ ڏئي مس بس ڪئي تہ ڪنهن ٻيءَ مسجد مان بانگ اچڻ شروع ٿي، ائين ڪي گهڙيون الڳ الڳ مسجدن مان بانگ مٿان بانگ پئي آئي ۽ ماڻس بہ پئي هر بانگ تي دعا لاءِ هٿ کنيا. نيٺ وتائي ڪاوڙ مان ماءُ کي چيو: ”ملن بہ ڪا پاڻ ۾ ٻڌي ڪئي آهي تہ توکي دعائن ۾ رنيائي سڀ سيون پاڻ کائن، پر مان ڪٿي ٿو ڇڏيانِ.“ ماڻس ٻڌو اڻ ٻڌو ڪندي دعا لاءِ هٿ کڻندي رهي ۽ وتايو وٺي مسجد ڏانهن ڊوڙيو ۽ اچي ڏسي تہ سڀ ماڻهو روزي کولڻ ۾ لڳا پيا آهن. هن بہ هم نہ ڪئي تم، سين جو ٿالهہ ڏسي اُتي روزو کولڻ لاءِ ويهي رهيو. ڪنهن ويٺل روزائت پڇيس: ”وتايا دير ڪيئي.“ چيائين: ”ماٺ ٿوَ يلي. بس آخر پنهنجي مڙسي ڪم آئي، نہ تہ ملن جي بانگن ۽ امان جي دعائن جي ڊيگهہ تي لڳان ها تہ هي بہ گرهہ بہ نصيب ڪونہ ٿين ٿا.“

***

## ڳنڍڻ تہ ڪونہ ڏنئي، ويتر رکي بہ ڦُري ورتئي

وتايو ڪٿان هڪيو تڪيو اچي گهر پهتو. ماءُ کي چيائين: ”امڙ ڏاڍي بک لڳي اٿم، اچ تہ ڪو ڍؤ ڪراءِ.“ ماءُ چيس: ”ابا! رکي ماني آهي، ڳنڍڻ ڪونهي.“ وتائي چيو: ”امان رکي ماني کهڙي وڻندي ٻيو نہ تہ لسيءَ لپ ئي ڏيم.“ ماڻس چيو: ”ابا اها بہ ڪانهي. باقي هيءَ ماني وٺ ۽ ڏٽيءَ کان دعا گهر تہ من پاڙي مان ڪجهہ ملي پوي.“ وتائي ماءُ کان ماني ورتي. جيئن ماڻس ڳنڍڻ لاءِ پاڙي ۾ وئي تہ هن ماني ڪٽ َتي رکي ۽ ماءُ جي چوڻ موجب دعا لاءِ هٿ کنيائين تہ، ايتري ۾ ڪتي، جنهن مانيءَ کي پئي تاڙيو سو لوهہ ڏئي ماني کڻي وٺي ڀڳو. وتائي دعا

گهرندي وراڻيو: ”واهه ڙي مولا! تنهنجو انصاف! ڳنڍڻ ته ڪونه ڏنئي، الٽو رُکي به کسي ورتئي.“

***

## ڏيٽو هوندس ته پاڻ ڏيندو

هڪڙي ڏينهن وتايو پاڙي ۾ هڪ گهر ٻاهران ڏڌ وٺڻ ويو ته، گهر اندران آواز ايندو ٻڌائين: زال مڙس کي چئي رهي هئي، عرصي کان اولاد لاءِ پيا سڪون، هل ته ڪنهن اولياءَ تي هلي باس باسيون ته من ڪا جهولي پرجي.

ايتري ۾ وتايو به وڃي سندن اڱڻ تي پهتو ۽ مائيءَ کي چيائين: ”پيڻ هوءَ جيڪا تنهنجي ڪڪڙ ولر ٻچن سان پئي چڳي، ان ڪهڙي پير تي دعا پني يا باس باسي هئي، جو هيڏو ولر ٻچن جو پويان اٿس. مائيءَ وراڻيو: ”فقير ڪڪڙيون به ڪا باس باسينديون آهن ڇا؟“ فقير وراڻيو ته منهنجي ادي ته پوءِ تون ڇو پئي پاڻ ۽ مڙس کي هائيءَ ۾ هٽين. ماٺ ڪري پئي الله ڪر. هو ڪنهن وڏيري وانگي پرمتڙيو ڪونهي، جو ڪنهن ٻئي جي سفارش تي ڏن يا اولاد ڏئي. ڏيٽو هوندس ته پاڻ ئي ڏيند ئي.

***

## ويني وار کُسي ويندو

وتائي جي ڳوٺ ۾ ڪنهن جوڙي کي شادي ڪئي عرصو لنگهي ويو، کين اولاد ڪونه ٿي ٿيو. سو هفتو کن مشهور بزرگ جي مزار تي وڃي ترسيا، جنهن لاءِ مشهور هو ته هو ”ڦنڊين کي ڦر ٿو ڏئي.“ سو زال مڙس هفتو راتين جو ان بزرگ جي مزار تي اوجاڳو ڪندي، پٽ لاءِ دعائون پنندا رهيا ۽ روايت موجب ڪنهن نشاني ملڻ جي انتظار ۾ هئا، جو مشهور هو ته اولاد ٿيڻ لاءِ پير در تي آيل سوالين ڏانهن ڪا نه ڪا نشاني موڪلي ٿو. نه ڄاڻ ته اها نشاني پير کان وڌيڪ درگاهه کي گذر جو وسيلو بنائيندڙ خليفن جي ڪارستاني هئي، سو نيٺ آخري رات، زال مڙسن کي جڏهن ننڊ جا کيپ چڙهيا ته ڪو خليفو

سندن ويهاڻي هيٺان، ڪنهن ٻار جي لٺل جهنڊ جا وار رکي ويو. صبح ٿيندي ٿي جڏهن مائيءَ سڳوريءَ ويهاڻي هيٺان وار نشانيءَ طور ڏٺا تہ وٺي نچي ڪڏي ۽ پوءِ ٻئي زال مڙس نچندي ڪڏندي ڳوٺ ڏانهن واپس آيا. اتفاق سان واٽ تي زال مڙس جي ملاقات وتائي فقير سان ٿي.

مرد ڪجھ ڪچي ان ڪان اڳ مائيءَ وات پري وتائي سان ڳالھ ڪئي: ”فقير سائين! اسان ڪي مرشد وٽان پٽ ڄمڻ جي نشاني ملي آهي.“ وتائي پڇيس: ”مائي سڳوري! اهو وري ڪيئن؟“ مائيءَ وراڻيو: ”فقير هي ڏس رات مرشد سائينءَ نشانيءَ طور وار موڪليا آهن ۽ خليفي چيو تہ ’مرشد سائين جي ڏنل نشانيءَ مان مراد آهي تہ اوهان کي پٽ ڄمندو ۽ ان جي جهنڊ هتي لاهجو.“ وتائي فقير وراڻيو: ”امڙ! خليفو ڀليو آهي، مرشد نشاني موڪلي ٻڌايو ٿوَ تہ ’مون وٽ وڃي وڃي وار ڪسي ويندوَ پر ورندوَ ڪجھ بہ ڪونہ.“

***

## ڪٽ ڪٽي نہ ڏيو

وتائي وٽ ماماڻن وٽان ڪي مهمان آيا تہ ماءُ چيس: ”وتايا! ڪا ٻاڙي مان ڪٽ تہ وٺي اچ.“ فقير ماءُ جو چيو اکين تي رکي ٻاڙيءِ مان ڪٽ وٺڻ ويو.

ڪنهن ٻاڙي واري جي در تي پهچي وڃي سڏ ڪيائين: ”او فلاڻا! ٻاهر تہ نڪرجانءِ.“ همراھ ٻاڙ تہ ڪونہ نڪتو سندس پٽ اچي پهتو. فقير چيس: ”ابا! مهمان آيا آهن، سو ڪٽ تي ڪپي“.

همراھ وراڻيو: ”فقيرا ڪٽ جي تہ ڪا ڳالھ ڪانهي، پر اسان وٽ رڳو ٻہ ڪتون آهن. هڪ تي مان ۽ بابو ٽا سمهون تہ ٻيءَ تي امڙ ۽ منهنجي گهرواري ٽيون سمهن.

فقير چيس: ”ابا! ڪٽ ڪٽي نہ ڏيو پر سمهو تہ سُرَ سان.“ هڪ تي تون ۽ تنهنجي جوءِ سمهي، ٻيءَ تي پٽهين ۽ تنهنجي ماءُ سمهي. وڏيڪ توهان جي مرضي“.

***

## اوهان کي بہ خبر پوي

ڳالھہ تا ڪن تہ وتايو فقير هڪ ڏينهن پنهنجو گڏهہ ڪاهي پڙيءَ تي ويو. پڙيءَ تي پهتل خريدارن مان جڏهن ڪو گڏهہ کي ڏسڻ لاءِ اڳيان تي آيو تہ، گڏهہ کيس چڪ تي هنيو ۽ جڏهن خريدار پويان ڦري سندس جائزو تي ورتو تہ، گڏهہ ان کي لت وهائي تي ڪيڏي. ائين واري واري پن ٽن واپارين سان گڏهہ اهڙي ڪار ڪئي. نيٺ ڪاوڙ مان هڪ خريدار وتائي کي چيو: فقير هھڙو ڪتر گڏهہ آخر توڪان وٺندو ڪير؟

فقير وراڻيو: ادا، آءٌ بہ گڏهہ ڪو وڪري لاءِ ڪونہ ڪاهي آيو آهيان. آندو رڳو ان لاءِ اٿم تہ، ٻين کي خبر پوي تہ مون سان ڪهڙي ويڌن آهي.

***

## دعا جو در ئي ساڙي ڇڏيئي

ڳالھہ ڪندا آهن تہ وتايو فقير ڪنهن پراهين پنڌ تان موٽندي تڪڙو تڪڙو ڳوٺ جي گهٽيءَ ۾ پهتو تہ ڪا مائي سگوري پنهنجي گھر جي ڳليءَ تي مليس، تنهن جي ڪيڪارڻ تي فقير وراڻيس: مائي الله ڀلو ڪرئي هينئر هينئر مسافريءَ کان موٽيو آهيان، سو بک بہ ڏاڍي لڳي اٿم، ٻڏاءِ ڪو اٽئي تڪر ڳيو.

مائيءَ وراڻيو: فقير تازو پٽ رڌو اٿم. اچ تہ توکي ڪوسو ڪوسو پٽ تي کارايان. فقير دل ئي دل ۾ سوچيو: واھہ ڀلا ڀاڳ منهنجا! ۽ مائيءَ کي چيائين، پيڻ جلدي آٽي ڏيم. اصل بک کان ساھہ پيو وڃي!

مائي تڙ تڪڙ ۾ گرم پٽ جي ٿالهي ڀري اچي وتائي اڳيان رکي ۽ چوڻ لڳس: فقير ڪوسو ڪوسو پٽ ڏاڍو مزيدار ٿيندو اٿئي، بس وجھہ وات ۾ ۽ وچ ڳيتون ڏيندو اصل دير نہ ڪر. فقير اڳ ئي هو بک جو تپايل، ويتر جو مائيءَ تڪڙ ڪائڻ لاءِ همٿ ٻڌايس، سو ويو ڪوسو پٽ ڳهندو.

نيٺ پٽ کائي ڪيائين دنگ. جڏهن هلڻ هارو ٿيو تہ مائيءَ چيس: فقير ويندي ويندي ڪا دعا تہ ڏيندو وڃيم.

فقير وراڻيو: مائي دعا جو در ٿي ساڙيءِ ڇڏيئي، هاڻ تو لاءِ کهڙي دعا نڪرندي.

***

## سچاڻون سڀ ڪنهن کي ٿا

هڪ ڀيري وتايو فقير گهمندي گهمندي عمرڪوٽ اچي نڪتو. اتان جون عورتون تڙ تي پاڻي ڀري رهيون هيون، جيڪي ڪيس سچاڻيندڙيون هيون. انهيءَ وقت انهن عورتن ۾ سندن مڱيندي به موجود هئي. ان تي عورتن سندس مڱينديءَ کي چيو: آئي تون وتائي کي ڪيڪار ڏسون ته ڇا ٿو چوي؟

جڏهن سندس منگ ڪيس ڪيڪاريو ته، وتائي هڪدم وراڻيو: ”چريا ڪريا آهيون، پر سچاڻون سڀ ڪنهن کي ٿا“.

***

## هيچ ڪان بچڻ

هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ماڻس چيو: ”ابا! روڪڙ کٽي پئي آهي، هاڻ ته الله سائين کي سوال ڪر ته ڪجهه ڏياري“.

فقير گهر ۾ بيٺل ٻير تي چڙهي، ان کي ڌوڻيو ته منجهانئس روپين جو مينهن وسي پيو. ان مان هڪڙو روپيو کٽي اچي ماءُ کي ڏنائين.

ماءُ چيس: ”ابا! هيترن روپين مان فقط هڪڙو روپيو کٽي آيو آهين؟

فقير چيو: ”ماٺ ڪر، هيچ نه ڪر، الله سائينءَ کي ريچڪ آيئي ته اهو به کسي وٺندءِ!“

***

## ڪاوڙجي ڏوڏ نه وٺئي

وتائي فقير وٽ هڪ ڍڳي هئي. ماڻس جو ان سان تمام گهڻو پيار هوندو هو. خدا جي قدرت سان هڪ سال اچي مال ۾ ساتو پيو ۽ ڀاڳين جا ڀاڻ خالي ٿي ويا. غريب غربي جي دانهن مچي وئي. ڪنهن وٽ ڪو هڪ ٻه وهٽ هئا، سي اهي به مري ويا. وتايو

فقير بہ انهيءَ ڏک کان بچي نہ سگهيو جيڪا ڏڍي هيس سا بہ مري ويس. ماڻس کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ اچي روئڻ ۾ چِتڪي، سو بس ٿي نہ ڪري. وتي دانهون ڪري چوي: الله کي بہ اچي اسان جي ڏڍي سُجهي. اسان جي مسڪينيءَ تي ڪهل ڪانہ آيس، اها بہ کسي ورتئين. تڏهن وتائي فقير چيس: "امان ماٺ ڪر، مورڳو الله سائين ڪاوڙجي ڏوڏ نہ وٺئي".

***

## پٺاڻ جو گهر هيءُ آهي

هڪ ڏينهن وتايو فقير پنهنجي گهر آيو ڏٺائين تہ، دروازي جي پرسان هڪ ڇوڪرو ويٺو ٺورو ڪري، کانئس پڇيائين: ڇوڪرا ڪنهن جو پٽ آهين؟

ڇوڪر جواب ڏنس: "الله جو".

تڏهن يڪدم کيس ٻانهن ۾ هٿ وجهي، وٺي وڃي مسجد جي در وٽ ويهنو ۽ چيائينس: "ابا پراوا گهر نہ وڃاءِ، پٺاڻ جو گهر هيءُ اٿئي".

***

## جيڪا مڙني جي مرضي

چون ٿا تہ هڪ ڀيري جڏهن وتايو سفر سانگي ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو تہ سندس پالتو ڪتو بہ هن جي پويان پويان هلڻ لڳو. فقير گهڻو ئي تڙيس، پر ڪتو ڪتي ٿو مڙي.

بهرحال ڪتو فقير پويان پويان هلندو رهيو. جڏهن فقير ڪنهن ڳوٺ پرسان لانگاهو ٿيو تہ ان ڳوٺ جا ڪتا فقير واري ڪتي کي ڦري آيا. ڀهريائين تہ هڪ ٻئي کي ڀشون ڏنائون، پر نيٺ ڪتن جي ولر ڪٽي فقيرجي ڪتي کي دسيو. ايتري ۾ فقير بہ ٻئي سوٽيون پنهنجي ڪتي کي ڦهڪائي ڪڍيون.

ڪنهن ڳوٺ واري پريان بيٺي اهو لقاءُ ڏٺو تنهن چيو: "فقيرا اهو ڇا ٿو ڪرين، هي سڀ ڪتا بہ تنهنجي ڪتي کي پيا مارين ۽ تون بہ پنهنجي ڪتي کي پيو لتيون هڻين".

فقير وراڻيو: ”ادا! جڏهن مڙني جي مرضي اها آهي تہ پوءِ مان
چو مڙان“!

***

## روزي کولڻ جو ثواب تہ نہ وڃاءِ!

رمضان مهيني ۾ مسجد ۾ روزي کولڻ وقت روزي کولڻ لاءِ ٻين
روزائتن سان گڏ وتايو فقير بہ پهتو. ڪنهن رڙ ڪري چيس: ”فقير
منجهند جو تہ ماني پئي کاڌئي، روزو وري ڪيڏي مهل رکئي“.
وتائي وراڻيو: ”ابا! جي نہ رکيم تہ ٿيو خير. پر کولڻ جو ثواب
تہ نہ وڃاءِ!“

***

## پاڻ تي الزام نہ ڪڻ

ڪنهن ماڻهوءَ وتائي تي وار ڪرڻ لاءِ مٿس لٺ اولاري. وتائي
واڙو تي پڇيو: ايڏي ڪاوڙ ڪهڙي قصور ڪري؟ لٺباز وراڻيو: تون
پاڻ چوندو آهين تہ هٽي هٽائي پاڻ الله ٿو پوءِ مون کي بہ اهڙو
حڪم ڪيو هوندائين.“ وتائي ٺهڪ ڏيئي چيس: ”الله، کي واڻيو
مارڻو هوندو تہ هر حال ۾ ماريندو مورک! تون پاڻ تي اجايو الزام
ڇا لاءِ ٿو کڻين!“

***

## وتايوءِ پاتڻي

وتائي کي ماءُ هڪ پاتڻيءَ حوالي ڪندي چيو: ”ابا! ڇورو ڇنو
آهي، پاڻ سان ڪم تي لائينس.“ پاتڻيءَ فقير کي ماڻهن کي پتڻ
اڪارڻ واري ڪم تي لاتو ۽ پاڻ ڪٺ تي چڙهيو اوطاق ۾ وڃِي رهيو.
سانجهيءَ تائي، وتايو بہ سڄي ڏينهن جي ڪمائيءَ مان اڌ
مسڪينن ۾ ونڊي ورهائي، باقي بچت سميت پاتڻيءَ وٽ پهتو.
پاتڻيءَ روزاني ڪمائيءَ ۾ ڪمي ڏسي ڪانئس پڇيو: ”پئسا پورا
ڪينهن؟“ وتائي ٻڌايس: ”اڌ ٽڪا تنهنجا آندا اٿم. باقي اڌ رقم

اچليم درياهہ بادشاهہ ۾." هن هڪو ٻڪو ٿي چيس: "ڏن درياهہ ۾ ڇاجي ڪاڻ اچليئي؟" وتائي چيس: "درياهہ ۾ چونہ اچليان! پٽڻ ڪو پٺهين جي پنيءَ تي ٿي تريو ڇا! درياهہ ڪهڙو ڏوهہ ڪيو. هن جو حصو هن کي ڏنم. باقي تنهنجو ڪٽي آيو آهيان".

***

## ڪٽي رنپ ڪرائينس ها!

هڪڙي ڀيري وتائي ڏٻي پئي ڏڌي، کير ڏهندي هن کان گابي ڌرائڻ جو خيال لهي ويو. گابي کير ڌائڻ لاءِ هر هر پئي ٽاٽيو. ڪنهن گهڙيءَ گابي جو رسو ڍرو ٿي ڪلي ويو سو اوچتو اچي ڳئونءَ کي چنبڙيو تہ، ڳئونءَ نڪاءُ ڪٽي لت ڪئي تہ وتايو چونريءَ سميت وڃي اونڌو ڪريو. سڄو ڏڌل کير هارجي ويو. وتايو اُٿيو ۽ ڪنڌ آسمان ڏي مٿي ڪٽي چوڻ لڳو: "يلا جي مون کان گابو ڌارائڻ وسري ويو هو تہ، توکي تہ ياد هو ڪٽي رنپ ڪرائينس ها، رسو تہ نہ ڪڍينس ها. گابي کي ڍؤ ڪرايئي، باقي اسان کي لنگهڻ ڪٽايئي، واهہ تنهنجو انصاف!

***

## متان منهنجي چئي تي لڳين

هڪڙي ڏينهن ٻُڪئي پيٺ وتايو ٻير جي وڻ هيٺان اچي ويٺو. منڍ ٻہ ڪا ٻيرن پچڻ جي هئي، اوچتو ٻہ ٽي ٻير اچي وتائي جي پير ۾ ڪريا، سي ڪٽي کاڌائين، پر ٻيرن فقير جو پيٽ ڪونہ ڀريو سو مٿي نهاري چوڻ لڳو: خبر ٻہ هيئي تہ ٻير کائڻ جي شيءِ آهي، تہ گهٽ ۾ گهٽ گدري جيترو تہ ڪيرين ها. ائين ڪندي اوچتو هڪ نسبتن وڏو ٻير اچي وتائي جي مٿي تي نڪاءُ ڪيو. وتائي وني رڙ ڪئي: جهل جهل! منهنجي چوڻ تي متان لڳين! گدري جيڏو ٻير متان ڪيرين تہ ماٺهن جا متا ڦاڙي وجهين.

***

## فقير دعا گهر تہ مولا مينهن وسائي

چون ٿا تہ ملڪ ۾ مينهن جي مند وئي ٿي چڙهندي، ماڻهن کي اچي سر جي لڳي تہ، هيل مينهن نہ پيو تہ ڏڪار جا ڏينهن اچي ڪڙڪندا، گذر بسر ڏکيو ٿي پوندو، سو صلاح ڪري وتائي فقير وٽ اچي پهتا ۽ کيس چيائون: "فقير تون الله جو پيارو آهين، ڪانئس دعا گهر تہ مينهن وسائي، ورنہ جوءِ ۾ ڏڪر اچي ڪڙڪندو."

فقير چين: "ادا، ڳالهہ اوهان جي صحيح آهي، پر يارُ منهنجي دعا کي الٽو وٺي، سو توهان وچو مان ڪا ڏل ٿليان ٿو."

ٻئي ڏينهن ڏاڍو اچي مينهن لٿو ملڪ ملير ٿي ويو. ماڻهو مڙي فقير وٽ آيا. چيائونس: "فقير تنهنجي دعا الله ٻڌي، اصل وارا نيارا ٿي ويا. پلا، توهان ڪلهہ ڏٺيءَ ڪان اهڙي کهڙي دعا گهري.

فقير وراڻيو: "ڪلهہ تن تي پاتل ميرا ڪپڙا لاهي، ڌوئي سڪائڻ لاءِ گهر جي لوڙهي تي وڌم ۽ دعا گهريمانس: "هي اڪيلو وڳو اٿم سواءِ هن بوڇڻ جي جيڪو ٻڌي ڪپڙا ڌوتا اٿم! اُس کي تيز ڪر تہ، جيئن جلد ڪپڙا سڪن پن تہ لڳ ڍڪيان! ائين اچي بس ڪيم تہ، اچي مينهن نڪاءَ ڪيو."

***

## تو تہ دنگ ڪري ڇڏيو!

هڪ هنڌ وتايو ڏيان ۾ ويٺو هو پنهنجي خيالن جا اوتار چڙهيل هئس تہ هڪڙو ماڻهو جنهن کي تمام تڪڙو حاجت جو خيال لڳو هو سو وتايي جي پٺيان ڪنهن ٻوڙي کي پٺ ڏيئي ويهي رهيو. هن جي ريح جي آواز تي فقير ڪنڌ ورائي ڏٺو. ڏٺائين تہ ٻنهہ سندس پوئتان ماڻهو پيو رفع حاجت ڪري. تڏهن هن کي شرمائي چيائين: "چريا تہ اسين پيا سڏجون، پر تون تہ اجا بہ هٿ اڳتي پيو لڳين. الاءِ زور بيهڻ نہ ڏنئي، الاءِ نظر ڪان نابين آهين."

***

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني ۾ وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڳُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، جاڻ، سمجهہ ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)